# نڪربو آهي نينهن

## نارايڻ شيام

(شاعري)

مرتب

مصطفيٰ نانگراج

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1999ع

Roshni Book No.140

نکريو آهي نينهن

شاعر: نارايڻ شيام

مرتب: مصطفيٰ نانگراج

ٽائيٽل ڊيزائين: عبدالرسول عباسي

ڇاپو پهريون: © روشني، 1999ع

ڪمپوزنگ ۽ پرنٽنگ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.

NIKHRIO AAHAY NEENHUN

Poet: NARAYAN SHYAM

Compiled by: Mustafa Nangraj

First Edition: © Roshni, 1999

Composed & Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.

Published by: Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

## انتساب

هي ڪتاب "نڪريو آهي نينهن"
نارايڻ شيام جي دوست
شيخ اياز جي نانءِ!
جنهن شيام لاءِ لکيو هو:

هي سنگرام
سامهون آ نارائڻ شيام
هن جا منهنجا ٻول بہ ساڳيا
قول بہ ساڳيا
هي ڪوتا جو ڪاڪ ڏٿي ۽
منهنجا رنگ رتول بہ ساڳيا
هن تي ڪيئن بندوق ڪڍان مان
هن کي گولي ڪيئن هڻان مان
هن کي گولي ڪيئن هڻان مان .....

مصطفيٰ نانگراج

# فهرست

# شاعري، شيام ۽ سندس شعري مجموعا

## مصطفيٰ نانگراج

هڪڙن ماڻهن يعني ڏاهن ماڻهن جو خيال آهي تہ سُونهن بدلجندڙ شيءِ آهي، جنهن کي ڪوئي دوام ناهي!، اُها وقت ۽ حالتن سان گڏ گهٽجندي، مُرجهائبي ۽ آخر ۾ ختم ٿي ويجي ٿي، جيئن ڪليءَ مان گلاب، گلاب مان پنکڙيون ۽ آخر ۾ ڇڻي زمين ۾ ملي مدفون ٿي ويل گلن جو ڪيرو – چوڻ وارا ائين بہ چون ٿا تہ محبت/ عشق بہ خود ڪائي شيءِ ناهي بلڪ محبت جاندارن جي جنسي خواهشن مان ڦُٽي نڪتل هڪڙو جذبو آهي، هڪڙو اُڌمو آهي، هڪڙي رَڙِ آهي؛ جيڪا جنسي خواهشن سان گڏ اُٿي ٿي - ايستائين جو فطرت ۽ قدرت سان انسان جي محبت وارو جذبو بہ ڇهڻ، ويجهي ٿيڻ، ملڻ ۽ ٻکجڻ ڏانهن ئي اشارو ڪري ٿو - ساڳيءَ طرح هڪڙن فلاسفرن جو وطن پرستيءَ تي بہ اختلاف آهي تہ وطن پرستي محدود ذهني سطح رکندڙ ماڻهن جو فڪر آهي، ڇاڪاڻ تہ هر هنڌ هڪڙا اهڙا ماڳ، مڪان، جايون، جڳهون، رسمون، رواج ۽ ماڻهو وغيره هوندا آهن، جيڪي نہ ڏسڻ ۽ نہ وڻڻ جهڙا هوندا آهن ۽ ٻئي پاسي وري ڪنهن ٻئي وطن ۾ ڪئي دل کي گهائي ۽ ڦتڪائي وجهڻ جهڙيون شيون هونديون آهن – تہ ان لحاظ کان اصل انساني جذبو تہ ”چڱ پرستي“ ئي ايري ٿو – ائين ئي انسان لءِ بہ ڪِن جو پنهنجو انوکو ۽ نرالو نظريو آهي تہ انسان جيڪو فطرت جي اوک ڊوک ڪري رهيو آهي، سو خود پاڻ ئي ڇسو ۽ ٻنهہ وڏو گند جو ڍير آهي — ۽ پاڻ ئي مڙني مسئلن جي جَڙَ آهي، جنهن خوبصورت ۽ معصوم فطرت کي پنهنجي ڪيل ڪارنامن سان بدصورتيءَ جي باهہ ڏانهن گهليو آهي - انسان جي فطرت جي کوجنا لاءِ ڪوشان رهڻ واري جراحي ئي فطرت جي تباهيءَ جو سبب بڻجي رهي آهي — پر حتمي ماڻهو اهي بہ ناهن ۽ انهن جي راءِ بہ حتمي ناهي، ڏاها ٻيا بہ گهڻا آهن، جن جا خيال ڪي ٻيا آهن. جيئن ان لءِ ئي ڪن جو چوڻ آهي تہ انسان ۽ فطرت ٻہ الڳ شيون ناهن، انهن جو جز ۽ ڪل وارو رشتو آهي، اُهي ٻئي هڪ آهن، انسان دراصل فطرت جوئي

حصو آهي - ۽ فطرت جا خود متحرڪ آهي ۽ بدلجڻ ۽ بدلائڻ، وڌڻ ۽ گهٽجڻ جهڙيون خاصيتون رکندڙ آهي، سا پنهنجي جُز يعني انسان ذريعي تبديليون آڻي رهي آهي.

سونهن، سچ، عشق، وطن، انسان، فطرت، ڪُلُ ۽ جز وغيره، جي ادب جا بنيادي موضوع آهن، تن تي "بحث" ابد کان وٺي عقل ۽ فهم/ پيار ۽ پنهنجائپ/ چڙ ۽ ساڙ وچان ڳالهائيندو آيو آهي ۽ ازل تائين اهو بحث جو ساڳيو سريلو سفر جاري رهڻو آهي.

موضوع جي بنهه ئي گهرا آهن، تن تان بحث جيئن جيئن اسرارن جا پردا وجي ٿو هٽائيندو، تيئن سي وجن ٿا اجان ئي گهرا ٿيندا - مٿي جن موضوعن جي حوالي سان ڪن فڪري بحثن جا اشارا ڏنا ويا آهن، سي جيتوڻيڪ پنهنجي دليلن ۾ سؤ سيڪڙو صحيح آهن، پر پوءِ بہ اهي حتمي ناهن، ڇو تہ انهن جي رد ۾ بہ ڪيئي وڏا فڪري بحث آهن، جن کي وري پنهنجا سگهارا عقلي دليل آهن – تہ اسرارن تان جيئن پردا کڄن ٿا تہ اهي تهان ئي وڌيڪ ڳوڙهي ڳجهارت ٿيندا ٿا وڃن - اسرارن اندر اسرار لڪل آهن - پر سقراط، جنهن جڏهن بہ بحثن جي پربل بازار ۾ دليلن جي بارش ڪئي، تہ تڏهن ٻڌندڙ سرمستيءَ وچان جهومي اٿيا ۽ هر دليل تي واهہ واهہ ٿي، پر پوءِ بہ سقراط سدائين بحث ائين ڇئي سميٽيندو رهيو تہ هي سڀ ڪجهہ حتمي ناهي، اسرارن تان پردا اجان بہ کڄندا - ليڪن ائين ئي کڄندا، جيئن اسان ڳالهايو - سقراط جو ڳالهين جو ڳهير هو، تنهن وٽ سليقي سان ڳالهائڻ ئي سندس جيون جي ڪل ميراث هئي - ليڪن سچ اهو آهي تہ سڀ ماڻهو سقراط جيان ڳالهائي نٿا سگهن، سڀ ماڻهو اهو سليقو نٿا ڄاڻن - پر پوءِ بہ ماڻهو اسرارن مٿان پيل انهن ميرين گَرُ جهڙين چادرن جي ڍيرن کي هٽائڻ ٿا چاهن - هُنن کي بہ اظهار گهرجي - ڪو نئون ۽ نرالو اظهار - هُو بہ فطرت جي بحث جو حصو بنجڻ ٿا چاهن – ۽ پوءِ ادب، موسيقي، مصوري وغيره سندن سهارو ٿين ٿا – پر انهن سيني وسيلن مان وري شاعري انسان جي اظهار جو بنهہ ئي سُريلو، دل ۽ دماغ ۾ پيهي ويندڙ ذريعو آهي، جو سقراط جهڙو داناءُ شخص بہ جڏهن زهر جي پيالي پيئڻ کان پهرين "روح سدا حيات" بابت بحث کي پنهنجي انجام ڏانهن وٺي وڃڻ وارو ٿئي ٿو تہ ڪيس هومر جي نظم جو سهارو وٺڻو ٿو پوي:

" تمام پري،
ڌرتيءَ اندر سڀ کان وڌيڪ اونهي کڏ آهي."

۽ ائين ئي هُن ڪرٽيل پوڙهي هندستاني پروفيسر گرُو رجنيش، جنهن بين کان علاوه خودپرستن جي ملڪ آمريڪا جي سُڃن ماڻهن کان ويندي

اُمرائن ۽ شرفائن تائين جي دلين کي بہ بحثن وسيلي باھہ لڳائي هئي، تنهن شخص کي بہ پنهنجي اڪابريءَ جي حشمت جي هڪڪرائيءَ لاءِ ميران، نانڪ، ڪبير وغيره جي شاعريءَ جو سهارو وٺڻوئي تي پيو - رجنيش جي ڳالهين جو سحر پنهنجي جاءِ تي ليڪن پوني (اگرُو رجنيش جي آشرم واري جاءِ) ۾ ٿنڊوچام جي تار ڪبير جي دوهي ذريعي ئي ڳنڍجي ٿي:

ڪبيرا کڙا بجار ۾ ليئي لُڪاٺِي هاٿ

گھر باري جو آپنا چلي هماري ساٿ

۽ پوني جي پوڙهي جي پياڪ پيروڪارن تي خماري بہ چڙهي ئي تڏهن ٿي جڏهن هو سندس واتان تحت اللفظ گيت ٻڌن ٿا:

ڪِيي مندر سي يي اُٺني دو اذان کي آواز

ڪِيي مسجد ڪي گهنٽيون ڪو يي بج جاني دو

پنجري ڪي طوطون ڪو دُهراني دو جهوٽي باتين

اپني مينا ڪو تو پَرِ کول چهچهاني دو

اُن ڪو ڪرني دو مُردا رسمون ڪي بربادي ڪا غم

همين نئين زمين نيا آسمان بناني دو

ايڪ دِنِ اُن ڪو اُٺا لين گي اِن سر آنکون پر

آج ذرا خود ڪي تو پائون ڪو سنيل جاني دو

گيت ڪو اُٺني دو اور ساز ڪو چِڙ جاني دو

ذرا سنيلني دو ميران ڪي تڙڪتي پايل

ذرا گوتم ڪي سڌهي پائون بهڪ جاني دو.

— ۽ شيام ان ليکي تمام وڏو خوش نصيب شخص هو، جو شاعري سندس اندر جي اُٿتڙ جي اظهار جو وسيلو ٿي - شيام سنڌي شاعريءَ جو محبوب هو - هُن شاعريءَ سان ڪئي انگل آرا ڪيا ۽ شاعريءَ وري عاشق زهر پياڪن جيان، سندس سيئي حجتون سٺيون - سندس سيئي انگل آرا ڪنيا - اها ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ جي ئي خوشنصيبي ٿيندي آ جو ان کي اظهار جو اهڙو رستو ملي ويندو آهي، جو نہ رڳو ان جي اندر جو اورڻ هوندو آهي، بلڪ ان جي ئي پيرن جا نشان بين جا بہ سونهان ٿي پوندا آهن — ۽ نارايڻ شيام سان بہ اُهوئي ٿيو، جو هو شاعر ٿي پيو - هاڻ ڪيس زمانا پيا ڳائيندا ۽ سندس اظهار بين جو بہ واهر ۽ وسيلو ٿي پوندو:

آدمي ٿو جئي بس ڳٽيل ڏينهن ڪي،

شعر جي زندگي سج سنئين نت نئين!

شيام گهڻ رخو شاعر هو - هونئن بہ ڪيفيتن جا انبار ئي تہ شاعريءَ جي خوراڪ ٿي ٿئي- هُن شاعريءَ جي پراڻي گلدان ۾ شعرن جا ايترا تہ نوان گل رکيا جو سنڌي شاعري نہ رڳو رات راڻيءَ جي خوشبوءَ جيان

مهڪي اٿي، بلڪ شاعريءَ جو هڪ نئون نڪور ۽ رنگ برنگي ڪهڪشان جُڙي پيو:

شيام ان ۾ ڪڏهن تہ گل رکيا،
مليو گلدان، سُوڪڙي آهي!

مون جڏهن شيام جي سموري شاعري پڙهي مٿئين شعر جي ڪيفيت تي سوچيو هو تہ مون کي ائين لڳو هو، ڄڻ شيام کي اهو گلدان پنائيءَ سوڪڙي ڏنو هجي ۽ هو سارو جيون جتي بہ هو ويڳاڻي دل سان، پنهنجي محسن جي ڏنل سوڪڙيءَ ۾ شعرن جا گل وجهندو رهيو.

۽ ٻئي پاسي اسان جي بيحسي اها هئي جو اهڙي شخص کي پنهنجي اکين سامهون، پنهنجي ئي هٿن سان جلاوطنيءَ جي جهنم ۾ اُڇلي ڇڏيوسين، ڄڻ هُن سان ڪوئي سڱ سياپوئي ڪونہ هو!— ۽ هو چوندو ئي رهجي ويو:

جواني جنم ڀوميءَ مان ڪٽي نڪرڻ کي اڄ سارين
ٻنهي مان ڪنهن ڀهاني پي ڏسي هاٺي نہ ڪا سگهبي!

اُها ٻي ڳالهہ آهي تہ بدنصيبيءَ جي آنڌيءَ اسان جي بہ درن تي دستڪ ڏني ۽ وطن ۾ ٻي وطن ئي رهياسين، نہ آئي ڪڏهن پي گلن جي موسم ، سدائين خزان ئي رهي- شيام چواٺي:

انقلاب آيو، مگر آيو نہ، آئيي جهڙو.

ان کان پوءِ جيئَن جيئَن حالتن جي سوڙهہ، گُهٽَ ۽ ٻوسٽ وڌي، تيئَن ٻوليءَ ۽ ادب سان محبت جو ماٺهن ۾ جذبو اُڀريو، سندس ئي هڪڙو دوهو آهي:

سخت ٻٽيون جئَن حالتون - پڙڪي اُٿيا دماغ
شيام اندارو جئَن وڌيو - چمڪيا سرس چراغ!

۽ ائين شيام طبعي طور تہ نہ پر سندس ٻوليءَ ۽ وطن لاءِ اون واري شاعري اسان تائين پهچي:

الا ائين نہ ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
تہ هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي!

۽

روئي - روئي هاءِ - مون جا چاندوڪي ڇڏي
تون ئي چنڊ ٻڌاءِ - اڄ پي آهي سنڌ ۾!

۽

اڄ 'شاهہ جي رسالي' تي نظرون کُپي ويون
موٽي صدين کان پوءِ ٿي ڄڻ سنڌ مون ڏٺي!

جيتوڻيڪ اها اُنهن حالتن جي نزاڪت هئي/ آهي، جو اهڙي شاعريءَ سيني جي دل جي درن کي وطن ۽ ٻوليءَ جي محبت لاءِ ٺڙاڪ ڪري کولي ٿي ڇڏيو/ کولي ٿي ڇڏي، پر جتي پنائيءَ جي شاعريءَ ۾ مارئيءَ جون

وطن ورڻ لاءِ آهون ۽ دانهون؛ پرآشوب ۽ پرعزم آهن، اتي مومل جون ميارون، آزيون ۽ نيازيون بہ نياريون آهن — ۽ هن عورت عاشقن جي اڳواڻ سهڻيءَ جو ميهر لاءِ وچ سير ۾ ڪچي گهڙي هليو وڃڻ، ڇا ڪنهن ڪان وسريو آهي!؟— ۽ — اڄ بہ اسان جي محفلن جي پڇاڙي راتي سان ئي ٿئي ٿي، جا اسان لاءِ چڻ صدارتي راءِ هجي ٿي.
عشق فطري جذبو آ، جو ابد کان هئو ۽ ازل تائين رهندو — هونئن ڀلا ڪوئي ڪيئن زماني جي ستمن جي ڀاري هَڙَ جو بارُ ڪٽي سگهندو؟— روز ٿي دردن جي نئين بارش ٿئي ۽ روز ٿيون گردن جُهڪائڻ لاءِ سنگينون اُٿن ۽ روز ٿا خواهشن جا ٽٽل شيشا پيرن کي ڦٽن - تڏهن جيون گهارڻ لاءِ شيام جي هڪڙي سادي پر وسيع فارمولا ئي نہ رڳو هڪ پَلَ بلڪ ساري جيون جا سمورا حساب چڏائڻ لاءِ آٿت ٿي بڻجي؛

سونهن آٿت بڻي، پيار ويسر ڏني،
دک پري زندگيءَ جا ڪٺيا ڏينهڙا!

شيام تي مون جڏهن سال کن اڳ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو، تڏهن منهنجي سامهون بہ مقصد هئا؛ هڪ تہ شيام جي سموري شاعري هڪ هنڌئي هتي سنڌ ۾ ڇپجي پڌري ٿئي، جيئَن ذوقِ سخنور ڪيس تبصرن، مضمونن، حوالن ۽ ڪچهرين جي آڌار تي نہ سڃاڻن، جيئن هيل تائين ٿيندو آيو آهي - شيام هتي سنڌ ۾ چند ماڻهن جي ئي ميراث رهيو آهي، جيڪي چاهين تہ ڪنهن کي ٻڌائين جي نہ چاهين تہ ڪنهن کي نہ ٻڌائين — ڪيڏي نہ ستم ظريفي آهي نہ رڳو پاڻ سان بلڪ خود شيام سان — سندس ئي هڪڙو بيت آهي؛

دل ۾ عزم لڪي رهيو - آهہ سجاڳ شعور،
پڪ ڄاڻ تہ ناهي هينئر - شيام بغاوت دور!

— تہ شاعري شيام جي، اَک هُنرُ جي ۽ ڏسون اسين —! ايئَن ڪيئَن ٿي سگهندو!؟ — شاعري ڪليءَ مان گلاب ٿيڻ جي وچ واري مهل جو احساس آهي — ڪلي ڪيئن ٿي گلاب ٿئي! ڪلي ڪيئن ٿي شبنم جهٽي! اهو ڀيو ڪوئي ڪيئن ٻڌائي سگهندو؟— اهو ڪير بہ ٻڌائي نہ سگهندو.
اڄ تائين سنڌ ۾ ڀڻن مضمونن، هڪڙي ننڍڙي 64 غزلن جي مجموعي "بوند، لهرون ۽ سمنڊ" (ڇپجڻ جو سال 1987ع، پاران سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت حيدرآباد، سنڌ.) ۽ تازو مون پاران شيام جي سمورن غزلن جي سهيڙيل مجموعي "راهون پنڌ پيون" (ڇپجڻ جو سال 1998ع، پاران روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو.) جي ڇپجڻ ۽ هڪڙي اڌ ڪانفرنس ڪوٺائڻ کان سواءِ ٿيوئي ڇاهي!؟— پاڻ ماڻهو سچ تہ خودفريبيءَ جي ڏٻڻ ۾ ڦاسندا پيا وڃون — جڏهن تہ هندستان ۾ سندس شاعريءَ جا ڏهہ مجموعا ڇپيا آهن.

— ۽ هن ڪم لاءِ بيو وڏو مقصد منهنجي سامهون شيام جي سموري شاعريءَ کي سهيڙڻ سان گڏ تئين ترتيب ڏيڻ هو– اُهو اِن ڪري جو هيل تائين سنڌس جيڪي شعري مجموعا ڇپيا آهن، تن ۾ ڪيئي ڪميون پيشيون رهجي ويون آهن– جنهن جو مثال سنڌس پهريون شعري مجموعو "ماڪ ڦڙا" (هري - دلگير سان گڏ) 1953ع ۾ آشا ساهت منڊل، اجمير پاران ڇپايل آهي، جنهن ۾ هڪ تہ شاعري صنفوار ترتيب سان ناهي رکيل ۽ بيو تہ سيني شعرن مٿان عنوان ڏنا ويا آهن، جنهن سبب پڙهندڙن کي سولائيءَ سان پتو پئجي نٿو سگهي تہ انهن ۾ ڪهڙو نظم، ڪهڙو آزاد نظم، ڪهڙو غزل، ڪهڙو سانيٽ ۽ ڪهڙو گيت وغيره آهي؟ يا وري ساڳئي مجموعي جي ڪن شعرن جي لکيت جي ترتيب اهڙي آهي، جو اُهي ڇڻ تہ هڪڙي صنف مان ڦري بي صنف بڻجي پئي آهي، جنهن جي ڪري نہ رڳو اهو تہ عام پڙهندڙ مونجهاري جو شڪار ٿئي ٿو، بلڪ ائين بہ ٿيو آهي تہ شيام جي شاعريءَ جو اڀياس لکندڙن اُن مجموعي کي گهڻو ڪري 'نظم' ڪري پيش ڪيو آهي. جڏهن تہ هن مجموعي ۾ نظم سان گڏ خوبصورت گيت ۽ بيون صنفون بہ آهن. سنڌس هن مجموعي جو 'پريت' گيت:

ڦاڳ آيو، بسنتي هير گهُلي
ڇو ڪين کُلي هيءَ دل جي ڪَلي؟
گيت زبان تي، پريت اندر ۾، مُهر ڇپن تي خاموشيءَ جي
سانديل سو سو سورن جا اڄ لڙڪ اکين ۾ آيا پرجي
سي شال ڇُلي ٻاهر نہ پوَن
سنسار جا ماڻهو جئن نہ کلن
دنيا کي کلڻ جو وجهہ ڇو ملي؟
تون چاهين کلڻ کل شيام پلي (ص.145)

يا 'سپنن جي دنيا':

ان جي اکڙين ساڻ اکڙيون ۽ سنڌس دل ساڻ دل
مان ملائيندس، سکي! سُڌ ٻُڌ پلائيندس، سکي!
جي مري ويندس، نہ ريندس ان جي سپنن مان مگر
نينهن جو ناتو مرڻ تي پي نڀائيندس، سکي! (ص.167)

هڪڙا اهڙا بيمثال گيت آهن، جن کي پڙهڻ سان ماڻهوءَ جي جسم مان سيسراٽيون نڪري ٿيون وڃن ۽ سچ تہ ماڻهو سُڌ ٻُڌ ڀُلجي ٿو وڃي.
ان کان سواءِ "ماڪ ڦڙا" جي صفحي نمبر 156 تي آيل 'محبت' نظم ڇپيل لکيت جي اعتبار کان هيٺين ريت آهي:

ٽڙڪي،
ڦڙڪي،

ڪنبي، ڏڙڪي،
ڪُلِي، ڇِلي
ڇُلي ڪِري
اِئين ڪري جئن ندي ڇُلي
وڃي سمنڊ سان ملي جُلي!
اُوءِ ٽڙڪي پر انگ نہ ٽڙڪيا!
اُوءِ ڦڙڪي پر چپ تہ نہ ڦڙڪيا!
- - - - - - - -
- - - - - - - -

پر ان مٿئين لکت جي آڌار تي ان نظم کي آزاد نظم نٿو چئي سگهجي، جيئن ڪن اِيپاسڪارن هن نظم کي آزاد نظم سڏيو آهي – ٿي سگهي ٿو تہ انهن وٽ ڪي دليل هجن، پر مون کي اها ڳالهہ ڪجهہ آئڙي ڪونہ ٿي، بلڪ منهنجي خيال ۾:

ٽڙڪي، ڦڙڪي، ڪنبي، ڏڙڪي
ڪُلي، ڇِلي، ڇُلي ڪِري
اِئين ڪري جئن ندي ڇُلي
وڃي سمنڊ سان ملي جُلي!
- - - - - - - -
- - - - - - - -

واري ترتيب ئي هن نظم جي اصل ترتيب آهي ۽ جيڪا هڪ پابند نظم جي ئي اُٿت آهي، جنهن ۾ شاعر چار پيرا فعلن فعلن استعمال ڪيو آهي – ۽ اِئين شيام جي ڪتابن ۾ لکيت وارو مونجهارو ڪوڙن هنڌن تي نظر اچي ٿو - جيئن سندس ٻئي شعري مجموعي ”نہ سو رنگ - نہ سا سرهاڻ“ (ڇپجڻ جو سال 1987ع، ڀاران سنڌي ٽائيمس اُلهاس نگر.) جي صفحي نمبر 25 تي آيل پابند نظم ’توکي سمجهي نہ سگهيس‘ جي آخري سٽ هيٺئين ريت ڇپيل آهي:

ڪڏهن پي ڪين
پوريءَ ريت
مان سمجهي سگهيس توکي!

منهنجي خيال ۾ فقط هڪ سٽ جي ترتيب ڦيرائڻ سان، اِهو نظم جيڪو مڪمل پابند نظم آهي، سو آزاد نظم تي نہ سگهندو!!
ان کان علاوه ”ماڪ ڦڙا“ ۾ عنوانن وارا غزل بہ آهن، جيئَن:

1. ڳايان ڪئن مان؟ (ص.104)
2. فنا يانئجي پئي!— (ص.105)
3. جاڳ او جاڳ! (ص.123)

جيڪي گيتن ۽ نظمن جي بہ وچ ۾ رکيل آهن، جنهن ڪري ئي شايد اهو مونجهارو پيدا ٿيو آهي تہ اهي نظم آهن، پر اهو مونجهارو دراصل اڳتي هلي شيام پاڻ ئي حل ڪري ڇڏيو آهي، جو هُن پنهنجي ترتيب ڏنل آخري غزلن واري مجموعي "ذات ۽ حيات" (ڇپجڻ جو سال 1988ع، پاران اجنتا پبليڪيشن اجمير.) ۾ مٿين غزلن کي شامل ڪيو آهي — ان ڳالهہ مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ هن مجموعي يعني "ماڪ ڦڙا" ۾ صنفن واري ترتيب جي تفريق کان سواءِ ئي شاعري رکي وئي آهي - ساڳيءَ طرح شيام جي هڪ ٻئي مجموعي "روشن ڇانورو" (ڇپجڻ جو سال 1962ع، پاران کهاڻي پبليڪيشن بمبئي.) جي دوهن ۽ سورٺن جو حال آهي - هن ڪتاب تي سڳن آهوجا صاحب جو مهاڳ لکيل آهي ۽ ان مهاڳ کان پوءِ شاعريءَ جي ابتدا دوهن ۽ سورٺن جي ڀاڱي سان ٿئي ٿي، جنهن جي اڳيان 'دوها ۽ سورٺا' جي عنوان وارو صفحو لڳل آهي يعني ڀهرين دوها پوءِ سورٺا، جنهن لاءِ اصول تہ اهو آهي تہ جيئن ئي صفحو اٿلائجي تہ ڀهريان دوها ۽ پوءِ سورٺ پڙهڻ لاءِ ملن، پر هن ڪتاب ۾ ائين نظر نٿو اچي، بلڪ ابتدا هيٺئين سورٺي سان ٿئي ٿي:

ساجن! تون آڪاس - آءُ کير ڌارا ٻٽيس،
منهنجو هرهڪ سواس - تنهنجي سيني ۾ کڇي! (ص.5)

۽ وري ائين بہ ناهي تہ اڳيان وري ڪو سورٺا لاڳيتا هلندا ٿا هلن— هيٺيون اُن ئي صفحي يعني صفحي نمبر5 جو ٽيون شعر ڏسو، جيڪو دوهو آهي:

ماڪ مثل رئندو رهيس - اونداهيءَ ۾ رات،
ڪرڻن سان ڳوڙها اگهيئہ - پرڇائي پرڀات!

مون جتي ترتيب دوران شيام جي شاعريءَ کي وري وري غور سان پڙهڻ ۽ پرکڻ جي پنهنجي سمجهہ آهر ڪوشش ڪئي آهي، اُتي شيام تي لکيل عالمن جي مقالن، تقريرن ۽ مضمونن وغيره مان بہ رهنمائي حاصل ڪرڻ ضروري ڄاتي اٿم، ليڪن مون کي اسان جي عالمن/ ليکڪن جي ڪم مان گهڻي قدر مايوسي ٿي آهي — هري دلگير صاحب 11-12 فيبروري 1989ع دوران آديپور (ڪڇ) ۾ ڪوٺايل 'نارايڻ شيام سيمينار' ۾ پڙهيل پنهنجي مقالي: 'علم عروض ۽ نارايڻ شيام جو شعر' ۾ چئي ٿو تہ: 'شيام جي شعري مجموعي "ماڪ ڦڙا" ۾ ڏهاڪو سانيٽ آيل آهن —' جڏهن تہ ان جي اُبتڙ مجموعي ۾ صرف اٺ سانيٽ آهن ۽ نائون 'مان وساريل ئي چڱي' جي عنوان سان ٻارنهن سٽن جو نظم آهي، ها ائين ضرور آهي تہ اڳتي هلي شيام ان ساڳئي نظم ۾ ٻن سٽن جو واڌارو ڪيو آهي، جنهن ڪري اُهو سانيٽ ٿي پيو آهي — جيڪو، "نہ سو رنگ - نہ سا سرهاڻ" واري مجموعي جي صفحي نمبر 69 تي ساڳئي عنوان 'مان وساريل ئي چڱي' سان آيل آهي — پر "ماڪ ڦڙا" ۾ شامل ڪيل ٻارنهن

سٽن واري نظم کي بهرحال سانيٽ نٿو چئي سگهجي – هونئن بہ شيام پاڻ ئي سانيٽن کي چوڏسيون سڏيو آهي، جيڪو چوڏهن سٽن واري پابنديءَ ڏانهن چٽو اشارو آهي.
مون شيام جي شاعريءَ کي ترتيب ڏيڻ وقت گهڻو ڪري پنهنجو رستو ورتو آهي، 'شاعريءَ' سان منهنجي پنهنجي بہ پراڻي نيازمندي آهي، اُن ڪري جتي جتي مون کي شيام جي ٻين پارکن سان اختلاف ٿيو آهي، اُتان مان شاعريءَ جي اصولن ۽ قاعدن تحت گذريو آهيان، جيئن مان جناب سڳن آهوجا صاحب سان ان ڳالھ تي متفق نہ ٿي سگهيس، جنهن ۾ هُن، شيام جي "روشنِ چانورو" واري مجموعي جي مهاڳ ۾: 'سردار ڪري واپار - سهڻي ٿانوَ ٺڪر جا وڪڻي!' کي نظم سڏيو آهي، جڏهن تہ اُهو ٻوليءَ، خيال، روانيءَ ۽ اُٽت جي لحاظ کان مڪمل گيت آهي – اُن ڪري مون اُن کي گيتن واري حصي ۾ ئي رکڻ صحيح سمجهيو – اها ٻي ڳالھ آهي تہ ڪو مون سان بہ ڪٿي اختلاف رکي ۽ ان ڳالھ جو ڪيس بہ اُوترو ئي اختيار هوندو جيترو مان پنهنجو پاڻ کي ڏيان ٿو، بلڪ جيڪڏهن ڪا مدلل راءِ آئي تہ مان اُن کي ڪليءَ دل سان قبوليندس – پر ائين ڪيئن ممڪن آهي تہ جن گيتن جي مٿان عنوان ڏنل آهن، اُنهن کي صرف عنوان هُجڻ جي ڪري گيت مڃڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏجي – جيئن ڪن دوستن جو خيال آهي تہ گيتن مٿان عنوان ناهي ٺهندو، حالانڪ گيت کي عنوان ڏئي سگهجي ٿو، جيئن مختلف لوڪ گيت جهڙوڪ : بادليو، مٺيارو، ڪانگلڙو وغيره آهن.
بس پيارو شيام عجيب شخص هو جنهن سان جنهن کي جيئن ٿي وڻيو تنهن تيئن ٿي ڪيو – هُن يا تہ پنهنجي سيني ڪتابن کي پاڻ ترتيب ڏنوئي نہ هو يا وري ڇپائڻ وارن يارن پنهنجي مرضي هلائي ڇڏي ۽ هو يارن جي ياريءَ آڏو ڪڇي ڪين سگهيو!— نہ تہ ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ 'واين' جي وچ ۾ شيام 'گيت' رکي ڇڏي!؟– جيئن "ماڪ ڦنا رابيل" (ڇپجڻ جو سال 1964ع، پاران اجنتا پبليڪيشن اجمير.) واري مجموعي جو پهريون حصو، جيڪو واين لءِ مخصوص ڪيو ويو آهي، اُن حصي جي صفحي نمبر 12 تي:

پاڻ لڪائين ليئڙا پائين!

۽ صفحي نمبر 19 تي:

ٿانداٺي جي لاٽ - رات انڌاري، پنڌ گهڻو!

وارا دراصل گيت آهن، جيڪي واين جي وچ ۾ ڏنا ويا آهن، جن کي مون گيتن واري حصي ۾ رکيو آهي– جڏهن تہ ان ئي ڪتاب جي آخري نظم واري حصي ۾ :

1. وينٺو ڪوئي نهاري. (ص.120)

2. ڪنهنجي تات ۽ ڪنهنجو نينهن. (ص.123)
3. پُونهن جو چنڊ. (ص.124)
4. ڪوري. (ص.130-131)
5. ياد توکي ٿو ڪريان. (ص.132)

ٻہ پڻ هر لحاظ کان گيت ئي آهن – مٿي ذڪر ڪيل گيتن منجهان 'ٿانداڻي جي لاٽ - رات انداري، پنڌ گهٽو!' ۽ 'ڪوري' جي تہ گيتن طور جناب هري - دلگير صاحب بہ نشاندهي ڪئي آهي - هُن صاحب بمبيءَ مان نڪرندڙ ماهوار ادبي رسالي "ڪونج" جي آڪٽوبر - نومبر 1966ع واري 'نارائڻ شيام' خاص شماري ۾ ڇپيل پنهنجي مقالي 'شيام جي شخصيت ۽ شاعري' ۾ لکيو آهي تہ: "ٿانداڻي جي لاٽ' ۽ 'ڪوري' اهي ٻہ گيت سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ انوکي چيز آهن. هن قسم جا گيت سنڌيءَ ۾ اڳي ڪونہ آيل آهن ۽ هڪ اتساهہ ڏيندڙ اضافو آهن."

ترتيب سان گڏ ترتيبڪاريءَ ۾ گرامر جون چُڪون، شيام جي ٻين مجموعن جيان سندس نظمن ۽ غزلن واري ڪتاب "آڇيندي لڄ مران" (ڇپجڻ جو سال 1972ع، اجنتا پبليڪيشن اجمير.) ۾ بہ نظر اچن ٿيون - هن مجموعي جي شروعات 'نظمون' جي عنوان واري پيج سان ٿئي ٿي، جيڪا ڳالهہ سنڌي وياڪرڻ جي لحاظ کان درست ناهي نظم جو جمع نظمَ ئي ٿيندو آهي، هوئنئن بہ اسان غزل جي جمع کي غزلون ناهيون لکندا بلڪ غزل ئي لکندا آهيون - جڏهن تہ ان ئي ڪتاب جي غزلن واري حصي جي عنوان واري صفحي تي 'غزلَ' ئي لکيو ويو آهي نڪي 'غزلون' - هن ڪتاب جي ٻي جيڪا وڏي چُڪَ آهي، سا اِها تہ ڪتاب جو، 'نظم' وارو حصو جيئن ئي شروع ٿئي ٿو تہ پهريون جيڪو شعر ملي ٿو، سو نظم ناهي بلڪ اُها وائي آهي:

پنهنجي پر ۾ جاءِ، پرين! ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!
جنم جنم جي آهيان پياسي- منهنجي پياس بُجهاءِ!
پرين، ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ! (ص.7)

ان کان علاوه صفحي نمبر 12 تي:

پيار ڪٿي ڪنهن يي نہ ڏني، وو
در در آيو روح پِني!

۽ صفحي نمبر 13 تي:

دور دور هٿن دور- الا،
اک چا تي ڳولي؟

آيل پڻ هيئت جي لحاظ کان وايون آهن- جيڪي هن ڪتاب "نڪريو آهي نينهن" جي واين واري حصي ۾ شامل ڪيون ويون آهن.

# ٻيت



او سنگيت سُڄاڻ، ٻڌ- او سنگيت سُڄاڻ،
ڏيڏر، ڪوئل ساڻ- شرط رکي ڳائي رهيو!

ذرڙو ذرڙو پونءِ جو- پاڻ چمڪندو هاڻ،
أپ جي کهڙي ڪاڻ- ڳٽي ڪٽي سج ترورا!

گل جي لاءِ گهٽي هئي- هلڪي هلڪي مات،
چوهي چوهي ڇاٽ- ڪيس نهوڙي ٿي ننيو!

ٻاهي مانارو سندن- ماڪي سندن لُٽين،
پوءِ بہ جي ڏنگين- ڏوهاري سڏجن مکيون!

مندر ۾ ڀڳوان لءِ- بجلي اوت پروت،
ڇڙواٽي تي جوت- انسانن لءِ وٽ وڏي!

چوندي پنهنجي منهن بہ ٿو- هاڻي شرم اچيم،
جڻن سو ياد پويم- عرض ڪرڻ ڪنهنجي اڳيان!

ڏسيو هزارن رهبرن- هڪ ئي راهگذار،
رستا هيٺن هزار - هڪڙي گمراهيءَ ڪيا!

ايڏي ڦهلي روشني- اُس تي ايڏي سخت،
پنهنجي ڇانوَ درخت- ويو سميٽي پاڻ ۾!

ڪڻ ڪڻ جرڪي پوءِ پي- هاءِ آڪين جي اُڄ،
هيٺ هرڻ ۽ رڇ- واريءَ جون وانون وڏيون!

ورڪائي وانون هنٺر- پانڌين لاءِ لوچين،
سچ ڏسي سوچين- ڇا سڀ پلجي ماڳ ويا؟

سورڻ ويني راتڙي- تارن جي تسبيح،
ڪهڙي ڪار قبيح- ڌرتيءَ وارن ڪان نہ تي؟

پٽ تان ڇاپوڙا لٿل- در جا شيشا چور،
سڄ پڇائي پورُ- خالي هاڻ مڪان ۾!

مستقبل جي راهہ تي- هُئو وقت جو پير،
سات ڇني ويو ڪير- اڄ ماضيءَ جي موڙ تي؟

گلي ملي طوفان ۾- ڌوڙي رک رک ساڻ،
قبرستان مساڻ- مرڪيا پٽي پاپوهہ مان!

ڏس جهونجهڪڙي جي اُفق - ننڊ نهوڙيا، جاڳ،
آنبر پنءِ جو پاڳ- ڇميو ڇمي ڪٺن ڇوڄ مان!

## وايـون



نـڪري پـيـو آڪـاس-
راڻو آيو ڪاڪ تي!

ڪنول ڪکوريا ڪاڪ تڙين اَڄ-
ڏئي وراڪا واس،
راڻو آيو ڪاڪ تي!

منڙي منڙي مُرڪ فضا جي-
سرهو سرهو سواس،
راڻو آيو ڪاڪ تي!

سج جون سونيون باڪون جرڪن-
سون ورن احساس،
راڻو آيو ڪاڪ تي!

لڪ ڇپ جون ٿيون راتيون پوريون-
برهه پڄائي باس،
راڻو آيو ڪاڪ تي!

سرچي ڪانڌ ڪيو اَڄ آهي-
نيڻن منجهه نواس،
راڻو آيو ڪاڪ تي!



ڪوئل جي ڪُونجار–
مون نہ جوانيءَ ۾ لکي!

هير ينيءَ جي اوٽ ۾
آئي جا هيڪار–
مون نہ جوانيءَ ۾ لکي!

پوپٽ نچندا ٿي رهيا
رنگ رتي جهنڪار–
مون نہ جوانيءَ ۾ لکي!

نيري نڀ جي گهوُر ۾
هيئن اُڪير اپار–
مون نہ جوانيءَ ۾ لکي!

وٿڃ نجوئي نوُر جو
تارن جي بازار–
مون نہ جوانيءَ ۾ لکي!

کهڙيءَ ڏن ۾ ڏوکبي
ويئي ڪيئن ڇمار–
مون نہ جوانيءَ ۾ لکي!



چانڊوڪيءَ جو چاھہ-
ڪٿن نہ ڇمي رابيل ڪي!

سھڻي اُجلي روپ ۾
ڪنھن سپني جو ساھہ-
ڪٿن نہ ڇمي رابيل ڪي!

ڏسندي ئي ھرڪيو ھِنيون
نيڻن جو ويساھہ-
ڪٿن نہ ڇمي رابيل ڪي!

ھلڪي جنبش سان ھوا
واسيندي وٿراھہ-
ڪٿن نہ ڇمي رابيل ڪي!

ڪنھنجو ويٺيءَ واسطي
آلبيلو اُتساھہ-
ڪٿن نہ ڇمي رابيل ڪي!

گونجي سرھي راڳڻي
مُرڪي شانت آتاھہ-
ڪٿن نہ ڇمي رابيل ڪي!



تنهنجو ناتو راڻا- مومل لءِ سمجهائي!

ڪير ڀريا جي هنڙا- اڄ سي هنجن هاڻا،
مومل لءِ سمجهائي!

ڀؤنر ڀنيوليا جن تي- سي تہ ڪنوَر ڪوماڻا،
مومل لءِ سمجهائي!

سانگ ڏسي سومل جو- ڳهريا نيڻ نماڻا،
مومل لءِ سمجهائي!

ماڻن جي ماڳن تي- ورهہ وسايا ياڻا،
مومل لءِ سمجهائي!

ڪالهہ ڀڄايو جن تي- اَڄ تن لءِ ڀڄاڻا ،
مومل لءِ سمجهائي!۔



آءُ ٻُليءَ جي ٻانهِ- ڳڏجي ڳهاريون ڪي گهڙيون!

تنهنجي مُرڪ ٻُراٽڙي- تنهنجو قرب رهاڻ،
ڳڏجي ڳهاريون ڪي گهڙيون!

گيت سُرن ۾ جڻ پرين! - ٻانهن ۾ اِئن آڻ،
ڳڏجي ڳهاريون ڪي گهڙيون!

چاندوڪيءَ جي گود ۾- ٻهڪي جڻ سرهاڻ،
ڳڏجي ڳهاريون ڪي گهڙيون!

ٻاڪر ۾ سرهاڻ جي- مهڪي جڻ چانڊاڻ،
ڳڏجي ڳهاريون ڪي گهڙيون!

اُجلي سرهي رات ۾- ڪاڻ وڇهين چاڪاڻ؟
ڳڏجي ڳهاريون ڪي گهڙيون!



لچندي گهاريم ساري رات-
نيٽين ننڊ نہ جهاتي پاتي!

سهڻي پونم رات سرءُ جي-
جاڳي جيءَ اندر جذبات،
نيٽين ننڊ نہ جهاتي پاتي!

چاندوڪيءَ کي چاتيءَ لائي-
جاڳيس پئي مان ساري رات،
نيٽين ننڊ نہ جهاتي پاتي!

دل ۾ اُٺ تـڻ لائي ويئي-
اِن ڪوئين جي سرهي هات،
نيٽين ننڊ نہ جهاتي پاتي!

گهُري پيڙ، آسيم سهائي-
جيءَ ۾ جهوري تن ۾ تات،
نيٽين ننڊ نہ جهاتي پاتي!

پيچ پنيءَ جو ڪُونج اُڏائي-
دک ۾ پاتي روح نجات،
نيٽين ننڊ نہ جهاتي پاتي!



منهنجي ٻڏن نہ دانهن-
خواب پڻ تنهنجا ڀوڙا!

ٻڏندي ٻاڪاريان پئي-
پر نہ وڌائن ٻانهن!
خواب پڻ تنهنجا ڀوڙا!

رڙان ڇپر ۾ ڏرتتي-
ڪو جو ڏينم ڇانهن!
خواب پڻ تنهنجا ڀوڙا!

ڇوان آچڻ جا ڏينهن ٿيا-
اُسريا سَرَ ۽ ڪانهن!
خواب پڻ تنهنجا ڀوڙا!

مان ليلايان، هو ڏسن-
آنهن ڪن يا نانهن!
خواب پڻ تنهنجا ڀوڙا!



رات پنيان پريات-
اي دل، ماندي ٿين متان!

ان تارن جي ڇانو ۾-
گذري ويندي رات،
اي دل، ماندي ٿين متان!

ڪلنديءِ ننڊ ڪليءَ جيان-
سانت ۾ لنوندي لات،
اي دل، ماندي ٿين متان!

سُور ڇڏيندا ماڳ تي-
ڏڪڙا تيندا ڏات،
اي دل، ماندي ٿين متان!

ڪري موت جي هنج مان-
هر هر هات حيات،
اي دل، ماندي ٿين متان!



جرڪي پيئي جوءِ-
چيٽ جي سوني اُس ۾!

سنيران ڪونہ تہ اڳ ٽڙيا-
مڳرا ههڙي رُوءِ،
چيٽ جي سوني اُس ۾!

دل ڪي ڪنييو ڪنيو وڃي-
البيلي خوشبُوءِ،
چيٽ جي سوني اُس ۾!

سوپيا جي روپا هئي-
اکين ڏٺي جا روءِ،
چيٽ جي سوني اُس ۾!

گونجي پريان مڙهيءَ منجهان-
صاف سگهيءَ جي هُوءِ،
چيٽ جي سوني اُس ۾!

○

گهري گهري سانت-
گونج آڳاتي گيت جي!

آڌي رات، ٻني فضا -
تاريلي ايڪانت،
گونج آڳاتي گيت جي!

لهرائي لنءُ لنءُ آندر-
بادل- بجلي ڀانت،
گونج آڳاتي گيت جي!

ساز ڀڳل، چپ ڳائٺو-
مک تي ڪومل ڪانت،
گونج آڳاتي گيت جي!



پنهنجي پر ۾ جاءِ، پرين! ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!
جنم جنم جي آهيان پياسي- منهنجي پياس بُجهاءِ!
پرين، ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!
تنهنجو چندڙ ڪٿي مان جاڳان- منهنجو ديپ جلاءِ!
پرين، ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!
تنهنجي پيڙ ڪٿي مان ڳايان- منهنجو ساز وڄاءِ،
پرين، ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!
ڏُور ڪريان مان جڳ جي اوندهہ- ڪِن ۾ سندم چمڪاءِ،
پرين، ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!
تنهنجي آهيان، تنهنجي آهيان- پنهنجي مونکي بڻاءِ،
پرين، ڏي پنهنجي پر ۾ جاءِ!



پيار ڪٿي ڪنهن ٻي نہ ڏني، وو
در در آيو روح ٻني!

نظرون آنڪيون تارن ۾، وو
ترڙقي ٻونءِ ميار ڏني!

امرت ويلا، وِهُہ جي وَٽَ، وو
اڪ جُون ڦلڙيون، ٻيج ٻني

وڻ تي ڇانگهيئہ، تو سمجهيو، وو
ليڪن ڪنهنجي ڇانوَ ڇني!

سُڏڪن تي جا شيام ٻَلي، وو
ڪلندي سا دل ڪٿَن نہ ڊِني!



دوُر دوُر هتَن دوُر - آلا،
اک چا تي ڳولي؟
ڪُونجُون ڪري قطار اُڏائيون
دوُر اُفق کان دوُر - آلا،
اک چا تي ڳولي؟
ونڙي ويئي ڪجلي ڪڪري
مِڙندي هاڻ نہ مُور- آلا،
اک چا تي ڳولي؟
اُباڻڪي اُڀ ڏانهن نهاري
پيئي ڪهڙي پُور - آلا،
اک چا تي ڳولي؟
رات سهائي جمنا جرڪي
لهرُن ۾ وها-وُر- آلا،
اک چا تي ڳولي؟
تارن پڻ ڪر موڙيا هاٿي
چندُ ننڊ ۾ چُور - آلا،
اک چا تي ڳولي؟



هيءَ ڪنهنجي آڱنڌ-
مهڪيو ڦول گلاب جو؟

هلڪيون هلڪيون پنکڙيون-
هلڪي يني سڳنڌ،
مهڪيو ڦول گلاب جو!

سرهيءَ واٽ ڇڪي اچي-
پهچايو هن هنڌ،
مهڪيو ڦول گلاب جو!

سمجهي شيام سڳنڌ کي-
پرتان آيو پنڌ،
مهڪيو ڦول گلاب جو!



جهرمر جهرمر روشني-
ڪنهن جي ياد اچي رهي
هلڪي هوا لڳي رهي!

پن پن لرزي پپر جو-
اُس کي ڇانوَ ڇهي رهي
هلڪي هوا لڳي رهي!

وڃي سڳنڌ ٻہ ڦهلبي-
گل جي شاخ جهڪي رهي
هلڪي هوا لڳي رهي!

اُڏن پکيئڙا پر پٽي-
اُس ٻہ ڪين چمي رهي
هلڪي هوا لڳي رهي!

وارن جو چلڪو، آلا-
ڪامڻ جيئَن وڃي رهي
هلڪي هوا لڳي رهي!

پاڇولو پاڻيءَ مٿان-
گويا نهر لڇي رهي
هلڪي هوا لڳي رهي!

# دوھا



ماڪ مثل رئندو رهيس- اونداهيءَ ۾ رات،
ڪرڻن سان ڳوڙها اگهيءِ- پرچائي پريات!

اجا فضا ۾ پيو تري- مرليءَ جو آواز،
ڪُنج ڪُنج ڳولن سڪيون- برج جڳان جڳ راز!

گيتن جي ماڙيءَ منجهان- تڪي تڪي هئَن ڪير،
لسيءَ جي ڏاڪڻ تان لهي- رکندو هڪ هڪ پير؟

چانڊوڪيءَ جي آرسي- روپهلي ايڪانت،
پنهنجي سونهن ڏسي ڏسي- ڳائي پيئي سانت!

چانئي چوڏس چاندني- ڏرتيءَ تي اِن ريت،
هردي تي جئَن چانئجي- نازڪ نرمل پريت!

ڪرڻن ۾ قابو ڪري- چڪي روح ڪي چنڊ،
سڏ ٻڏ وڃيم پلجندي- ڪونہ منڊيوٽس منڊ!

پوُنهن جي هيءَ رات ۽- آڏيءَ جي ايڪانت،
گهري چنڊ جي سانت يا- منهنجي دل جي سانت!

دلڪش لهر خيال جي- راڳ ناچ جو روپ،
جئَن چاندوڪي رات ۾- گنگا ڌار آنوپ!

تيو اجالو پريم جو- ڪر موڙيا جذبات،
رات نہ رات سهاڳ جي - جيون جي پربات!

ڏسندي صورت سانوري - وريو اکين ۾ آب،
چڻ روشن آئيندي جو - ڏنڌلو ڏنڌلو خواب!

وک وک ڪٽندي ناز مان- گهر ۾ گهڙي ڪنوار،
ڪلي ڪلي تي باغ ۾ - پيئي منڊ بهار!

اِن پلڪن جي چانوَ ۾ - نرم نظر جي سيج،
ويئي رات سهاڳ جي - ڪري اکين ۾ ڪيج!

مڌر روپ، مڌّم مڌر- پائل جي جهنڪار،
ڦوهہ جواني، چڻ وڄي- آڏيءَ رات ستار!

لڏيس هلڻ سان پئي ائين - ڏڳها چلڪڻا وار،
تان تان هر وار تان - واري راڳ ملهار!

وک وک کٽي هلي وئي- ٿي جڻ ئي پريات،
تارو تارو ٿي، وئي- شيام وهامي رات!

هر هر چو چڪجن اکيون- تو ۾ چاهي نيٺ،
سنيران ڪا هن ڪان اڳي- توسان ڏيٺ نہ ويٺ!

روپ وتي! آئينءَ ائين - گويا ٿئي پريات،
پانيم ڇم ڇم ڇير جي- مٺي پکين جي لات!

روشن وارن ۾ سنڌءِ - صدين جو انڌڪار،
ياد آجنتا جي ڏئي - تنهنجو هي سينگار!

تنهنجي چهري تي نچن - چڳون نزاڪتدار،
ننڊڙيون راتيون ڇيٺ جون- دل کي ڏين قرار!

رات ائين ها سيج تي - وٽڙيل تنهنجا وار،
چڻ شاعر جي ذهن تي - ربط بنان آشعار!

جڏهن جڏهن جڳ ۾ ڏٺم - سونهن پريو جنسار،
سونهن انهيءَ سرسو ڪيو- دل ۾ تنهنجو پيار!

درپن جان منهنجون اکيون- پوءِ بہ نهارين چونہ،
عڪس ڏسي پنهنجو منجهن- وار سنوارين چونہ؟

ڏسندي تارن ڏانهن تون- جڏهن وسارين پاڻ،
اُڀ تي هوند ڏسانءِ مان - نوَ لک نيڻنِ ساڻ!

راڄ اکين تي مڏ ڪري- هردي تي سنگيت،
سرس ٻنهي ڪان سندري- تنهنجو روپ ۽ پريت!

لڄ جي هيءَ لالي ڏسي - نڪريو آهي نينهن،
شيام، لڪائي جٿَن شفق - اُڀريو آهي ڏينهن!

نظر نظر ۾ پريت جا - مرم مڙهيل اِقرار،
آهي چپن تي ئي فقط - مرڪ ڀريل ناڪار!

گهُربن تہ ٻڌجي آرسي- شبنم جي هر بوند،
چنڊ بہ ڪرڻن جي ڦٽي- تاهي ڏيئي هوند!

گلشن مان گل، سمنڊ مان- موتي ڪنيم هزار،
جٿَن ڀي چاهين دل وٺان- ڪر تون هار سنگار!

بادل مان بجلي لڇي- چمڪو ڪندي ضرور،
هاءِ جواني چلولي - گهونگهٽ ۾ مجبور!

هن هُن ڀن سان ڀٽي لڳي- مڪڙي ٻٽي اڏ ير،
هاءِ جوانيءَ جي هوا - ڦڙڪي سڄو سرير!

لاتيون لنونديون ڪوئلون- انب جهلين تہ ٻُور،
چاهينِ سنہ چاهينِ سي - مند ڪندن مجبور!

اُن جي ناز نهار جو - اي دل! ڪج نہ وڏاءُ،
خاص نہ آهي پونر لءِ - گل جو رنگ هڳاءُ!

گذريو سک جو ڏينهن، يا- قتي پرهہ جي ٻاک،
تنهنجي نيڻن ۾ شفق - ڇاجي آهي ساک؟

ڪا سهڻي صورت ڏسي- جهٽ دل ٿئي بيتاب،
ساپيا ٻڻجي جئَن نہ ڪو - آيو هجيم خواب!

بادل ڏئنس نہ اک پٽي- نچيو گهٽو ٿي مور،
اي البيلي گوپڪا - ڪيڏو شيام ڪنور!

ٻارج لڙڪن جا ڏيا- روشن رکجنءِ لاٽ!
اي مومل، راڻو متان - پلجي مَٽي نہ واٽ.

جاڳ جاڳ مومل مني - جاڳ سهاڳڻ جاڳ،
موٽي وڃي نہ مينڌرو - پني نہ ڏيئي ياڳ!

جڳ تي چانئي چاندني - جيءَ اندر جذبات،
هاءِ، منيءَ جان ننڍڙي - وڃي وهاميو رات!

ترسي رهندي ڪيترو - ويچاري هيءَ رات،
آءُ سجڻ، هاڻي سگهو - تارن ڪي نہ ثبات!

رات، صبح ڪيئي ٿيا - راھ تڪي تو ڪاڻ،
ٺاريم، ٻاريم شمع جا - پيري پيري ساڻ!

مون کي جڳ گذري ويا- راهہ تڪيندي رات،
ملڻ - گهڙيءَ لئي اُف رهي- آسائتي حيات!

چيٽ وريو يا يُگ وريو- آئي ”ڪنهنجي“ سار،
اڄ ڪئن اوياري هلي- شيامر سمي جي ڏار؟

سارُن جي سرهاڻ سان- آئي سُرهي هير،
لڙڪن جي چانڊاڻ سان - چمڪِي فضا سڌير!

ڦري اکين ۾ سا ڇبي- ڪلي ڪري گفتار،
شيامر ڪنول تي ڀؤنر جئَن- ڀِري ڪري گنجار!

سُرهي هير ٽڏي ٽڏي - سڄ جو نرمر شعاع،
گل سان شبنمر تي ڪَئي- ڪهڙي وقت وداع!

ويهہ تہ دل اوڀيون ڀرين!- باقي آهي رات،
هئَن نہ وڃڻ لاءِ جلد ڪر- اڃان ڀري ڀريات!

لهر ڪناري ساڻ جئَن- تون ڀي ائن مون ساڻ،
گڏ گهاريندي هر گهڙي- ڀرين، ڇڏائين پاڻ!

وڪ وڪ تي پائل لڇي- ڪري پڪار: نهار،
جوين تہ نہ پابند ٿئي- سونهن بہ ڏينهن بہ چار!

محب! ملون نہ ملون وري- ياد رهي نہ رهيمر،
ويهہ ڀڏي وڃ ڳالهڙي - من اُڊڪو تہ لهيمر!

ساٿ اسان جو جنهن ڏنو- ڪولي نوَ لک نيڻ،
ڌار نہ ٿي، نہ تہ رات سا- ورندي ڏيندي ويڻ!

نيڻ سڪايا نند، من!- تون تہ نہ ڪر اُڌ ماند،
سپنن ۾ نہ تہ ڏيان ۾- "هن" سان ٿئي هيڪاند!

آهہ اوهان لاءِ اي اکيون- هنجون هارڻ راند،
پر اُس ڪهڙيءَ ۾ وڃي- آءُ سڪايان پاند!

هڪ هڪ منزيءَ مرڪ ۾- شامل سؤ سؤ سوُر،
هنسي خوشي جي جٿن جا- جڳ ۾ هي دستور!

ساٿ نہ سورن جو ڇٽي- جيسين آهہ پساهہ،
ڪُرڪي يا مُرڪِي، مگر- ڪرڻو آهہ نباهہ!

ڳاراٽو ڳٽتي ڪڏهن- دل کان ٿيا نہ دور،
رهيو پريٽءَ يا پيٽ جي- چنتا ۾ چت چوُر!

آٿت جي آشا رکي- پڪڙيم جن جو پاند،
ڳوڙهن سان آلو ڏٺم- انهن سين جو پاند!

ڪير ڏکيءَ کي ڏڍ ڏئي- پڪڙيان ڪنهنجو پاند،
ڳوڙهن سان آلو ڏٺم- بس جنهن تنهن جو پاند!

سطحي نظرن سان ڏسي- يانيم گهاءُ بہ ڦول،
ڏيکاريو گهريءَ نظر - پيڙ مرڪ جو مول!

ڪڪرن وانگي ڪن اکيون- سنهڙي سنهڙي چاٽ،
پيڙ ڪنوڻ جان تن منجهان- پل پل ڏئي چمڪاٽ!

بسنت جوين پوَنءِ جو - اُن جي پيڙ هڳاءُ،
قول قول جو هي تڙڻ- سيني جو چڻ گهاءُ!

هئا چپن تي رات جي- جي مڪڙيون ۽ ماڪ،
بڻيا ڪنن تي صبح جي- ٽانڊا سيئي واڪ!

وقت چِتي ڏائڻ، مٿس- بک جو چڙهيو جنون،
چٽي لاش احساس جو- چٽي لاش تان خون!

وڃ لڇندي کهڙي ڪئي- هيءَ روشن تحرير؟
وڏيو اندارو هانوَ جو- نيڻن هاريو نير!

راتيون جن جي پاڳ ۾- چمڪن سندن چراغ،
مونکي ڏينهن نصيب ٿيا- چٽڪن دل جا داغ!

ڪيڏان اُسڙي چانوڙي- ڪير پيهندو جنڊ،
ڪير تقيندو روٽلا- هي تارا يا چنڊ؟

جوڙي ڪرٽا چنڊ جا- روشن اُٽيم لباس،
پوءِ بہ نہ چمڪي زندگي- نہ ڪي ڊڪيو احساس!

مڪڻ ڪير چوري ڪري؟-ڪري مزوري شيام،
جُڳ - گوپي آسائتي - راه تڪي ناڪام!

ڪيڏا دل ۾ پور ها- مائينداسين چيت!
گونج ڦڙڻ ڪان ٿي اڳي- اجڙيو سهڻو ڪيت!

آيا، گذري پئي ويا - گل، مڪڙيون ۽ مينهن،
ساوڻ چيت ڦريا، مگر- ڦريا نہ پنهنجا ڏينهن!

صبح ڪٿي جنهن لاءِ تڪيم- راتيون جاڳي واٽ،
سڪن روشنيءَ لاءِ اکيون- ڪيڏي ڪاري ڀاٽ!

رات وئي ليڪن رهي- ڪکرن جي ڪارڻ،
هاڻ ڪپي طوفان ڪو- صبح سهائي ڪاڻ!

ڪسي گلن جي سونهن ٿي- سونهن جي ساڃاهہ،
واٽهڙن ڪي ڪو ڪري- ڪنڊن ڪان آگاهہ!

باريڪ بلاشڪ ٻٽيو- ڪوريئڙي جو ڄار،
پر نہ سياسي ڄار جي- نظر اچي هڪ تار!

پيرا ڏسي پُلي متان- سمجهين واٽ سُوات،
اي پانڌي، خود گُمرهي- آهي ڪنهنجي وات!

اوجهڙ ۾ پيرا ڏسي - اڳتي وک نہ وڌاءِ،
پٽڪي پُللن پوئتان - واٽ سنئين نہ وڃاءِ!

سخت ٻٽيون جئَن حالتون- پڙڪي اٿيا دماغ،
شيام انڌارو جئَن وڌيو- چمڪيا سرس چراغ!

چوڙ پڳهہ، ڳهڙُ سمنڊ ۾- ٻيڙيءَ کي هاڪار،
تڙ تان لهرن کي تڪي- ڪونہ پڳو ڪو پار!

سوچي وٺ طوفان ۾ - مانجهي مرد! اُپاءُ،
ڪٿي ڪنارو، تون ڪٿي- ڪِئَن سو ڪندو بچاءُ؟

روشن آئيندو گهرين - پيچ ماضيءَ جو منڊ،
ونجي ويندو چنڊ، نہ تہ- ونجي ويندو چنڊ!

لاٻارا پيا چيٽ جا- تہ تي ڪتيءَ جي اون،
ڏينهن بدلجن پيا ائين- ساري 'ڪلهہ' کي ڪونہ!

شيام اکين تان ڪنهن طرح- تارن جي دز لاهہ،
تنهنجي نظر نظر سندي- گهرج پوڻ کي آهہ!

جاڳيا فتنا جابجا - هرجا هاهاڪار،
ڳائي راڳ هنڊول اڄ - تڪي ڪين سمهار!

چوڌاري ٻارڻ ٻريو- سڙي سڄو سنسار،
سُر ساڌي اي ڳائڻا - منڙو ڳاءِ ملهار!

وقت تہ تبديلي ڪندو- تون ٻہ تہ ڪي ڳڻ ڳوت،
اُس ۾ گهرجي چانورو - اونداهيءَ ۾ جوت!

واڳ ورائي وقت جي - آئيون اهڙي رات،
جنهنجي سهڻي شام ۾ - رنگ رتي پرڀات!

ڏسي بيوسي رات جي - ڪلڻ لڳي پريات،
سچ جا ستم گهٽا سهي- ڪئي بغاوت رات!

دل ۾ عزم لڇي رهيو - آهه سجاڳ شعور،
پڪ چاڻ تہ ناهي هنئر - شيام بغاوت دور!

سانت ڏسي هئن سطح تي- آئين متان گمان،
پاسا بدلائي رهيو - تهہ ۾ پڪ طوفان!

تارن جي زنجير ۾- جڪڙيل آهي رات،
آهہ سجاڳ شعور جي- نظر نہ ڪائي مات!

آهہ ايوڌيا جي لڳي - سرحد لنڪا ساڻ،
ڪؤنس ڪري، راوڻ ڪندو- تباه پنهنجو پاڻ!

شيام سٽائڻ لءِ آئم - ڪنيو پرائو ساز،
ساز پرائو، سر نئون - يُگ متجڻ جو راز!

نيٽن جي ڪڙڪين منجهان- جهاتيون پائن خواب،
ساپيا جي سنسار ۾ - اچڻ ڪاڻ بيتاب!

آهہ حوادث بعد پي - قائم دل جي آن،
ٽڪري ساحل سان گهٽا - مانا ٿيا طوفان!

سچ جا سادا تروورا - نکري ٿيا ست رنگ،
بادل جي آڏو پيا - رهجي ويا سي دنگ!

پتجهڙ باغن ۾ ڪيو - ڪيڏو غل غوغاءُ،
اِن هوندي پي گل ٽڙي - ڏيندا رهيا هڳاءُ!

جهڙيءَ ريت غريب جو- هت هُت ڊڪي خيال،
چو ائَن پٽڪي جابجا - پاڻ ڪرين بيحال!

سوُر پرائڻ بعد ٿي - پنهنجو لکيم وجود،
ان کان اڳ نہ تہ پاڻ کي- سمجهيم هست نہ بود!

جِين جِئَرن جان جيڪڏهن- ساٿي ٿيندا چونہ؟
جئَري مردي کي تہ ڪو- ڪلهو بہ ڏيندو ڪونہ!

شيام مرڻ مان ڪي وري- ناهہ مرڻ کان عار،
آهہ جئڻ جي واسطي- سارو ڪاروبار!

موت ٻٽيو سنسار ۾- هئَن سنسان مساڻ،
جيون- ڏُن کي زور سان- بس گونجائڻ ڪاڻ!

لهرن ڳجو لهرو وٺي - ناوڪ! ونجهہ هلاءِ،
سيٽين سان طوفان جي - تال ملائي ڳاءِ!

جوت، پتنگ ٻئي جلن - جلڻ جلڻ جو ڍنگ،
پائي جيون جوت ۾ - ماڻي موت پتنگ!

الڳ تقاضا ڪن ٻئي - موسم ۾ ماحول،
ڪيئن ڪريان ڪيڏانهن ٿيان- من ٿيو ڊانواڊول!

پار وڃي پيڙي وري - يا تي وچ ۾ غرق،
سنڌوءَ جي وستار ۾ - آيو ڪهڙو فرق؟

چمڪي چمڪي پيا سمهي - تارا آخرڪار،
تنهنجن نظرن کي مگر - آيو ڪونه قرار!

شيام "سيان" جو جيڪڏهن- ڪيس تونڪرو ناهه،
"اڄ" جي هيڏي لوچ جو- ڪهڙو ڪارڻ آهه؟

ڪين ٻڏڻ مان ڇا مليو - ٻڏلن کي سا ڇاڻ،
تارُن کي نه عميق جي - ناهي ڄاڻ پڇاڻ!

ڪنهن لاءِ آندو رات هي- سندر تارڪ هار،
ڪير ڏسي ته وٺيس پيي- آهه ستل سنسار!

نيڻن کي آيو نظر - چڱي مني ۾ فرق،
اڄ دل جي دريا دلي - تانگهي ۾ ٿي غرق!

هن من اوٽپٽانگ جو - ڊوئي ڊوئي بار،
راتو ڏينهن هجي هجي - بدن ٿيو بيڪار!

ساڳي محور تي ڦري- هيءُ جيوت جو جنڊ،
ڦيرو ڦيري ۾ نه ڪو - آٽي سڄ يا چنڊ!

پئڻ گهريم تي گل سندو- جام ڪري ٽمٽار،
اُف، اوتيان ان ڪان اڳي - گذري ويوم بهار!

روح مند جو جي بٽيا- هيل نہ آيا ڏينهن،
وسن تہ اڄ ٻي پيا مگر- ڪٿي پروڪا مينهن؟

سُر مان نڪتل ساز جي- جيئن گگن ۾ گونج،
وچڙي پنهنجي ولر ڪان- ائن پٽڪي هڪ ڪونج!

ڏسي چمن ۾ گل تڙيل - تيمہ چنڻ جو چاهہ،
خالق رنگ هڳاوَ جا! - منهنجو وڏو گناهہ!

ڪيڏو نہ اُپ آتاهہ، پر- سانديي سگهيو نہ سور،
آهون ۽ سڏڪا پري - روئي ڪوهي نُور!

هيڏي سڄي جهان ۾- ڪُنڊ نہ ڪا مون لاءِ،
آيس، وسيس، وسي متيس- هڪ بادل جي نئاءِ!

ڳائڻ چاهين راڳ جو - سُر ساڏي سو ڳاءِ،
شيامہ ملي نہ ملي وري - موقعہ ڳائڻ لاءِ!

پريت ريت جا ڏينهڙا - اي سار، سنياريچ،
رنجهہ ڪنجهہ جون ڳالهڙيون- اڙي پُل، وساريچ!

آهہ اسانجي زندگي - ڏنڌلي ڏنڌلي جوت،
روشن روشن چانورو - ليڪن آهي موت!

اوندهہ مان نڪري، وري - وئي اجالي واٽ،
اوندهہ ڏي نچندو وڃڻ- جئن ڪنوڻ جا ناٽ!

مٿ پيڙي گهارڻ، ڪلي!- ڪنجوسن جي ڪار،
رنگ ماڻ، سرهاڻ ڏي- گل تي جڳ ۾ گهار!

چنڊ، ستارا، ماڪ، گل - ڏين اهائي ساک،
سهڻي آهي راتڙي - سهڻي آهي باک!

جيان خوشيءَ جي ڪاڻ مان- مران خوشيءَ جي ڪاڻ،
يلجي سندم حيات تي- حرف نہ غم جو آڻ!

لهندڙ سج جا ترورا - ڏئي خواب جا رنگ،
منهنجي روشن ڏينهن کي- ڪن ٿا رنگارنگ!

مستن جي محفل اندر- چاڪون هيءَ ڳڻ-ڳوت،
آءُ، پيالو پاڻ ڪڻ - پاڻهي ان ۾ اوت!

ٽڙڻ گُهرن جي گل ٽڙن- ڪڏين رنگ پڻ ڌار،
مگر سين جي رنگ مان - بکي ضرور بهار!

تنهنجن مستن هي رچيو- آهي ڪهڙو سانگ،
ذرڙي کي دنيا سڏن - دنيا کي پڙ پانگ!

سپنن جي ٿي تتو مان - آهہ جڙيو جنسار،
آهي شيام، حيات چا - ننڊ سندو وستار؟

ڪڏهن تہ سمجهان شيام مان ساپيا هي سنسار،
هيءَ خوش فهمي آهہ يا- وهم پريو ويچار؟

ڪڏهن تہ سمجهان شيام مان- سپنو هي سنسار،
پنهنجي ڪم فهميءَ مٿان- ڪليو بہ ٿم سوَ وار!

وڃ جهڙو ييي عمر ڪي - آهي ڪونہ جتاءُ،
ڪو سڌ ڏيئي پيو چوي- دير نہ ڪر جهٽ آءُ!

مان ڪٿن سمجهائي سگهان - دنيا آهي گول،
ٻڌو هوم جو ڪنهن وٽان - ورجايم سو ٻول!

سارو ڏينهن ڪندا رهيا - ٻار نديءَ ير راند،
سانجهہَ مهل چنڊي اُتيا- واريءَ يربل پلاند!

گل پيمانا رنگ جا- مڌ رنگ جي سڳنڌ،
ڏس ميخانا رنگ جا - باغن ۾ هرهنڌ!

موران ڪين سهي سگهيو- اڄ گل جهڙا وڻ،
جڳ جي جٽ ڦٽ تي ڪڏهن- جنهن نہ ڀڄايا نيڻ!

* آهي شعر "اياز" جو - اوجل پونم رات،
* ۽ ڪوتا "دلگير" جي - رنگ رتي پريات!

چٽڪڻ ۽ چمڪڻ سنڌي- مون ڪان سک تون مام،
تارن جو هم راز مان - شاعر آهيان شيام!

* "اياز". سنڌ جي ناماري شاعر شيخ اياز ڏانهن اشارو.
** "دلگير". هند جي ناماري سنڌي شاعر هري دلگير ڏانهن اشارو.

ڏسندي گل ويا ويڙهجي- گهري اونده ساڻ،
مگر سندن سرهاڻ ڏئي - گلشن جو اهڃاڻ!

ساروٽيون چمڪي اٿيون- ڦهليو نورئون نُور،
و.ندي رات وڌي وئي- تارن کان ٿي دوُر!

جئن جئن رات ٻني، تئن- اونده چمڪي شيام،
ڪير پروڙي مام هيءَ- ڪير پروڙي مام!

روشن رات اُماس جي- سيتل ۽ گنڀير،
وياڪل هنئڙي ڪي ڪيو- ڪنهنجيءَ سارَ سُڌير!

تارن ۾ چمڪي پئي- اونداهيءَ جي مُرڪ،
رات اڃايل روح ڪي- سانت پياري سُرڪ!

تارا گهٽو جليا، ٻني - رات ٻه آخرڪار،
ڳائي ديپڪ راڳ ڪنهن - ڇيڙيو نيٺ ملهار!

گونُگي آڌيءَ رات جي - پيڙ پري ايڪانت،
گهري گهري دک ٻني- ٻيڇ ٻنيءَ جي شانت!

ٻيڇ ٻني، دل دک ٻني- ماڪ ٻنا رابيل،
شيام، اڪيون ڳوڙهن ٻنيون- سَرَسُ سڪڻ جي ويل!

ٻيڇ ٻني، دل دک ٻني- ماڪ ٻني سرهاڻ،
پاند پڇايان ڪاند جو - جيڪر لڙڪن ساڻ!

خوشبو سنڌءِ خيال جي-ماڪ ڀنل چانڊاڻ،
ڀوئين ڀهر سُڪوُت جي- روشن روح رهاڻ!

هلڪا جهوُنڪا هير جا- نرم گلن جو واس،
رڳ رڳ ۾ رنگڦيري- شيام، ڪٽان جو سواس!

سهڻي سانتيڪي ڇَبي- ڀانءِ ٽڙيل رابيل،
مرڪ ڀري مورت مٺي- ڀيڄ ڀنيءَ جي ويل!

مرڪي جڻن سرهاڻ، يا- ٻهڪي ٻهرين ٻاڪ،
ڇا نہ تازگي روُپ جي- گل جي سرهي ساک!

نيڻ آسرَ جي اُفق جان- مک جي ڪومل ڪانت،
نظر نظر امرت ڀني - شيام ڏني من شانتِ!

هڪ اڻ ڇاتل قول جي- جهيڙي خوشبو جيئن،
تنهنجي مُرڪ سرل سَهي - اُڻ تُڻ لائي ايئن!

ڪاند ڇڪيس ڀاڀوهہ مان- ڀڪڙيس ننڊ ٻہ ڀير،
هلي جهومندي مرڪندي- مومل صبح سوير!

رات ڪٿوري هرڻ جئن- ويئي ڏيندي ڇال،
ٻيئي ڀر ويئي ڇڏي - خوشبو ڀريا خيال!

ڳالهائڻ ڀاڀوهہ مان- منهن تي مرڪ هميش،
محبوبيِ موجودگي- ڏِئي نينهن کي نيش!

منهن تي مرڪ هميش ۾- نيڻن ۾ پاڇوھُ،
محبوبي مورت ڏسي - من ۾ جاڳي موھُ!

شهنائيءَ جا سُر مڌر- چوڙين جي جهنڪار،
ڪٿن نہ ڪنواريءَ رات يي- شيام، لساريا وار!

نوڪيلي رابيل جي- اُجلي اُجلي سوُنهن،
سامهون بيٺل چنڊ سان- ويني ڪري وروُنهن!

گونجي بنسي هيرِ جي- چنڊ بہ چوريو چنگ،
سُرت بانوري ٿي پئي- ساري ڪنهنجو سنگ!

لڙڪ لڪايان ڪيئن مان- لڙڪ لڪايان ڪيئن؟
چنڊ چمڪندو هيئن جي- چنڊ چمڪندو هيئن!

پلٽي چوڏس چيٽ جي- جيءُ بہ پياسي، ميتَ!
سُرهي چاندوڪي پِيوُن- ڏيئي هڪ ئي ڳيتَ!

هلڪا هلڪا ٿهڪڙا - منڙي منڙي تانَ،
شايد بيا يي چنڊ جا- آهن ڪي مهمان!

وڻ وڻ تي هڪ چنڊ جي- نياري نياري ڇانوَ،
شيام، سڀاجهي ٻار جان- تنهنجا سؤ سؤ نانوَ!

متي نهار چنڊ ڏي- ڏنم سمنڊ ڏي هيٺ،
ڪوڏن واري لهر جئن- تون يي ورندين نيٺ!

وينس واريءَ تي پري- مان ڪڏن سان جهول،
ڪوڏن واري لهر جئن- تون پي ورندين، ڍول!

شيام، ڪنارا سمنڊ جا- برهه ڪيا مجبُور،
لڙڪن جي سنگيت ۾- اورن دل جا سوُر!

ڪهڙو هيءَ سنياس، دل!- ڪهڙو هيءَ سنياس؟
نظر نظر رنگين گل - پراڻ گلن جو واس!

سمجهيو جن سنسار کي- خالي رائو رُڃ،
پائيندا ڇا ڪڪر مان - لاهيندا ڪئن اُڃ؟

توڙي ناهه منجهس اهو- جنهن مان متجي اُڃ،
آهه چمڪ پي ڪا ته شيءِ- رڃ نه آهي سُڃ!

ان ۾ ناه گمانُ ڪو - لهندي هتان نه اُڃ،
دل کي مگر ڇڪيو وئي- هيءَ چمڪيلي رڃ!

هڪڙي ساعت لاءِ تڙِي- ڇٽي ڪريو گل هيٺ،
هڪڙي ساعت لاءِ سهي- ٽڙيو ته هو گل نيٺ!

حُسن سراپا آرزو - عشق سراسر ماڻ،
ڪنهنکي ناز نياز مان- ڪهڙو پوندو ڇاڻ؟

جنهن کان وڇڙڻ سان رهيو- هنئڙو سدا اُداس،
ان سان شيام ۽ ملي وڌيو- اَڄ غم جو احساس!

ڪؤڙي پاسي هر خوشي- سيبائي هر سوُر،
شايد پنهنجي زندگي - آهي نم جو ٻوُر!

اُپ ۾ نڪتي اِندلٺ- ڪوئل ڳائي گيت،
شايد وري نہ گڏ ملن- راڳ رنگ هئن ميتَ!

پکي وريا، ٻارن کيا - گهر ڏي پويان پير،
هوليءَ واري شام پيي- واهيري جي ويرا!

هي ڏڪڙا پيا اوربا - تيندا ڪونہ تمام،
رات گهٽو گذري چڪي- آ تہ ڪريون آرام!

اي دل، هر غمُ غم سهي- غم غم جو پيي نانءُ،
سوُر سهي سيڪو مگر- سهڻ سهڻ جو ڏانءُ!

هاڻ وراڪا وڄ نہ ڏئي- ۽ نہ ڪڪر ڪن شور،
ڪوئل ڪوُڪي ڪانہ ڪا- تڪي نہ اُپ ڏي مورا!

آهيان مرلي پاڻ، يا - ڪنهن مرليءَ جي تانَ،
هستي منهنجي آهہ ڪا- يا آهيئي ڪانہ؟

پجندي پويان باز جي- اُپ ۾ پتڪان هيئن،
ڪيسين رهندس پتڪندو- پيرو ليندو ڪيئن؟

آهي مرڪ نہ جوت جي- نہ ڪا مرڪ جي جوت،
رات ڏينهن آهي رڳو- اونداهيءَ جي اوت!

انهيءَ عقل جو ٽئي پلو- حاصل ٿيو نہ نينهن،
ڪامي سگهي نہ رات ڪا- چمڪي سگهيو نہ ڏينهن!

اڱيان پيچري تي رهيو- ڪنڌن جو اٽڪاءُ،
پٺيان لتاڙيل قول پي- ڏيندا رهيا هڳاءُ!

پتر ڪرندي ڍنڍ ۾- جيئن ٿيو آواز،
پر تي بيٺل وڻ منجهان- پکيءَ ڪيو پرواز!

پيهي ويٺي ذهن ۾ - ويٺا جي جهنڪار،
گهرائي سنگيت جي - چڻ ماضيءَ جي سار!

ساٿين سان ڪلندي پئي- ياد اوهان جي بات،
وڌو شفق تي شام تي - پنهنجو پاڇو رات!

هلڪا جهونڪا هير جا - نم جو نرم هڳاءُ،
شيام ڀپهري چيٽ جي- نرم منيءَ جو تاءُ!

صورت ڏنم خيال کي - صورت کي آواز،
رنگ پريم آواز ۾ - رنگ ڪيو اعجاز!

لنوي لکي ڪوئل سگهي- ائن تہ نہ ٿيندو مور،
لاٽين جو هي سوجهرو- چمڪن وڻ، پن، ٻور!

سهٽيءَ ساهڙ سان رکيو- سو پي ڪوئي نينهن،
وينيون جئن ويڙي وجهي- لهرون سارو ڏينهن!

جن وٽ دل نہ نسيم جي- شبنم جي بہ نہ ديد،
گل جي رنگ هڳاوَ تي- ڪندا ڪن تنقيد!

# سورنا



ساجن! تون آڪاس- آءِ ڪيرڌارا ٻٽيس،
منهنجو هر هڪ سواس- تنهنجي سيني ۾ ڪڇي!

ايئَن پسايئه پاڻ- راول! رمز رکي ڪري،
دل جي ساڪن ساڻ- اڪيون آويساهيون رهيون!

پربت تي ايڪانت - ويني اوچائي تڪي،
سرور اندر سانت - جا چي گهرائي پئي!

چنڊ لڳو تي ايئَن- اُبي ۾ آڌيءَ رات جو،
جر تي هوريان جئَن- تري هنس ننڍاڪڙو!

ڏسندو رهيس چمار - نيڻ نہ ڌاوا سونهن سان،
جئَن جئَن پئي نهار- تئَن تئَن سڪ وڌندي وئي!

سندر ڪونہ وڏيڪ - ڏسجي جڳ ۾ ڪنوار ڪان،
چنڊ ٻيج جو ليڪ - تہ بہ ڪو تارا مٿ پون!

روئي لڙڪن ساڻ- پاند پسايم رات جو،
مون پئي سمجهيو هاڻ- وسريون گذريون ڳالهڙيون!

مومل! ماڪيءَ ميٺ! مون سان چار اکيون ڪري،
ڪيئہ نگاهون هيٺ- ويئي پت تان اُس لهي!

تنهنجيءَ ناز نهار- سينگاريون ڪجھ ساعتون،
تنجي سار سنڀار - شيام سنواري زندگي!

دک سان ڪبو نباھہ- جيسين ساھہ ڪجي رهيو،
جيڏو گهرو ساھہ- ايڏي لمبي آھہ ٿئي!

برسي بادل بوند- دل ۾ جاڳيا ياؤ ڳچ،
وڇونءَ جان اٿهوند- ڏنگ هٽي ماندو ڪيو!

آيو گهر محبوب- گهر مان نڪتاسين اسين،
هي بہ زماني خوب- آندو فرق فراق ۾!

سڄڻ سائنسدان- ڳاڻ ڳٽيا نادان جي،
سارو جڳ حيران- تنجي نادانيءَ ڪيو!

بيهڪ آهي ڪانہ- آھہ حياتي هل هلان،
لڳن، رُڪن طوفان- دريا وهندو ئي رهي!

بيهڪ آهي ڪانہ- آھہ حياتي هل هلان،
ڇا بَر، ڇا بُستان- دريا وهندو ئي رهي!

چتيون لڳل رنگين- ڪيڏيون اُن تي آس جون،
هيءَ دل آهي ڪين- ڪا گودڙي فقير جي!

جڳ سمجهي بيڪار- جا ڏوڙ لتاڙي پئي،
اوندهہ ۾ آڌار- ديپ ٻٽي جڳ کي ڏئي!

پوپٽ ماٽي سونهن- ڪيون سجايون ساعتون،
پوري! ويئہ ورونهن- واجهائيندي وقت لءِ!

سونهن پريو جنسار- مايا جو سنسار ۾،
پرت پريو ڪنهن نار- ڪوريئڙي جي ڄار تي!

رئندي رئندي رات- ڪيڏو شيام وڏي پئي،
هيڏي وڏي حيات- کِلندي کِلندي جهٽ ڪٽي!

تنهنجي دل تہ اُدار- نيٽن ۾ هٽن لوبُ ڇو؟
هيءَ ٿئي خود بہ نثار- هو سڀ ڇاهن پاڻ لءِ!

هيڏو وڏو تلاءُ -مگر منجهس هڪ ئي ڪنول،
هڪ جو حُسن سهاءُ-جِهرمِر جرڪي جر پيو!

چمِي ننڊ جا نيڻ- آهستہ پاٻوهہ مان،
رات، موت جي پيڻ- وٺي وهائوءَ کي ڇڏي!

مرڪي ڪيءِ نهار- ڪنهن ڪنهن مهل اکيون ڪٽي،
رکي رکي هبڪار- آئي پئي جٿن هير ۾!

نينهن پريا سي نيڻ- ڳالهين ساڻ ڳراٽڙيون،
وَر وَر ڏيئي پيڻ!- سارپان سهٽيون صحبتون!

ڏٺو پوهه جو چنڊ- ڪنهن سان اکڙيون چار ٿيون،
ڪڙيو موهه جو چنڊ- ٽيندي پوُنهن پيار جي!

گل خوشبُو جي ڏور- ٻڌي سهائي رات کي،
تون بہ تند کا تور- سُرَ ۾ ٻَڌ سُرهيون گهڙيون!

لنون پکيڻڙا لات- هير ڳُهلي، اک ٻوُٽجي،
مون کي ساري رات- چنڊ نہ ننڊ ڪرڻ ڏني!

تهنجي منهنجي پريت- جسُن بہ ٽُڪون، هڪ دوهرو،
توبن کهڙيءَ ريت- سَرتا، کا معنيٰ مونکي؟

جنهن سان سنگ سهاڳ- پوري پنهنجي پاڻ ۾،
پاتو جنهن نہ ڏهاڳ- تنهن نہ پڇاڻيو پريت کي!

دنيا ڪينجهر روءِ - نُوري ماڇين ۾ جتي،
تکي ککيءَ جي بوءِ- نرم ڪنول جو واسُ پيي!

پڌرو ٿي پڻ پيار - رهيو هميشه راز ٿي،
ڪنهن ٿي ڪير نثار- لڪا نہ پيئي لوک کي!

توکي توکان دورُ- شوق ڇڪي ڪيڏانهن ويو،
تنهنجو ويسهه مورُ- اڇي نہ تنهنجي شکل تي!

گذري ويئي رات- ڏکن سکن جي اور ۾،
پرهه ڦٽي پريات - جاڳڻ وارا پيا سمهي!

موتي ٻڄي هوند- پاڻ نه کوهي ها اِئين،
شال هجي ها ٻُوند- بحر کٽِي نه ته لهر ڪا!

سورج لعلن ساڻ - پري ڪڪر جو پاند ويو،
چنڊ اچي پهراڻ- پهرايس نج سون جو!

شيام، پکين جي لات - هوُ پيهو ۽ نارُ هي،
نيڻن مان جذبات- نيسر مان پاڻي وهي!

روئي روئي هاءِ - مون جا چانڊوڪي چڙي،
تون ئي چنڊ! ٻڌاءِ - اَڄ پي آهي سنڌ ۾؟

پوُرن لاتا پورُ - پڇ نه حقيقت حال جي،
سپنن کان ئي دورُ- آنءُ سڪان جنهن ڏينهن کي!

ڳائي تنهنجا گيت - نالو پاتم لوڪ ۾،
تنهنجو نالو، ميت!- گونجيو ڪنهن ٻه نه گيت ۾!

ڏيئي هلڪي تانَ - ماٺ ڪئي جئن ڳائڻي،
ڏيري ڏيري پرانَ - پيهي ويا پڙلاوَ ۾!

چوندٻيندي رابيل - سارُن سان جهولي پري،
روُح مٿان ڪنهن ويل - هئن سُرها سايا پيا!

# گيت



آس ۾ جيون راس، پکيئڙا،
آس ۾ جيون راس!

پيچي کيو تو تيليون پڃرو، توکي پرايو پاڳ،
تنهن غلامي کان تون آجو، ڳاءِ ستنتر راڳ،
پاڻ ۾ رک وشواس پکئڙا،
آس ۾ جيون راس!

توٽي گل جون نسوُن ملائي، تنهن مان ٺاهن دام،
ناهه چمن بي جوکي،پوڇا؟ سمجهي پکي! اُڏام،
ڪڏهن ٿي نہ اداس، پکئڙا،
آس ۾ جيون راس!

هي تورو سک وٺندو آخر گهرو آنند روپ،
ننڍڙي مکڙي بڻجي جٺَن تي آخر ڦول انوپ،
پُلجي ٿي نہ نراس پکئڙا،
آس ۾ جيون راس!



سنڌو پياري،پياري سنڌو!-ديس جي آس اجاري سنڌو!
گيت جو آيو بکاري، سنڌو!
پريت جو گيت ٻڌاءِ، سنڌو! پريت جو گيت ٻڌاءِ.

تان ڪا ڇيڙي آزاديءَ جي، فضا مٽائج ناشاديءَ جي
ناشاديءَ جي بربادي‌ءَ جي
وير جي آگ بجهاءِ، سنڌو! پريت جو گيت ٻڌاءِ.
سک، عيسائي، مسلم، هندوُ- ڇا لي نفرت، ڇا لي ڇوڇوُ؟
دڙڳ دوئي جا ڌوئج سنڌو!
پريم جو جل ڇلڪاءِ سنڌو،پريت جو گيت ٻڌاءِ.

لات ڪنن تي جن جي پيئي- تو وٽ آيا مڙي مڙيئي
قرب جون ڪانيون تو وٽ ڪيئي
موج جي ساز تي ڳاءِ، سنڌو، پريت جو گيت ٻڌاءِ.

تون ئي آهين، شاهہ جي هستي-سامي جي تون لات الستي
تون ئي سچل جي موج ۽ مستي
پريت جي وين وڄاءِ، سنڌو، پريت جو گيت ٻڌاءِ.

نهر نهر ۾ رنگ جون لهرون، لهر لهر ۾ نور جون نهرون
صبح شام جون سهڻيون پهرون
سنڌ سڄي چمڪاءِ، سنڌو، پريت جو گيت ٻڌاءِ.



ڪومل مکڙيون، چنچل تارا
مهڪن مهڪن، چمڪن چمڪن
منهنجي پريم پري دنيا ۾، نرمل سندرتا جا پيارا
ڪومل مکڙيون چنچل تارا.

ان مکڙين جي ڪوملتا ۾- ان تارن جي چنچلتا ۾
چلڪي چلڪي، مرڪي مرڪي
نرمل موجيون جهرڻي جي- هلڪي ڪومل اوجل ڌارا
ڪومل مکڙيون چنچل تارا.

جيون برکش، جون تاريون ڏوڙي- آشا، پينگهہ سنهري لوڏي
آءُ سرلتا، بخش امرتا
تنهنجي راهہ نهارن وينا- مدت کان رمٽيڪ نظارا
ڪومل مکڙيون چنچل تارا.



شرمائجي
مڪڙي وئي شيام شرمائجي!

پونوري جا پيرا
پوپٽ جا ڦيرا
۽ مک جا گهيرا
ڏسندي وئي ڪٿن نه گهبرائجي...
شرمائجي...

شبنم جي رِم جهم
هيرن جي چِم چِم
ڪرڻ جي چِم چِم
پوري وئي هاءِ للچائجي....
شرمائجي....

ڇا نانءُ اُن جو؟
ڇا ٺانءُ اُن جو؟
ڇا ڳانءُ اُن جو؟
آئي ڪٿان آهه پرمائجي...
شرمائجي....



ڦاڳ آيو بسنتي هير گهُلي،
ڇوڪين ڪُلي هيءَ دل جي ڪَلي؟

گيت زبان تي، پريت اندر ۾، مُهر چپن تي خاموشيءَ جي
سانديل سوَ سوَ سورن جا اڄ لڙڪ اکين ۾ آيا پرجي
سي شال ڇُلي ٻاهر نہ پوَن
سنسار جا ماڻهو جٺَن نہ کلن
دنيا کي کلڻ جو وجهہ ڇو ملي؟
تون چاهين کلڻ کل شيام پلي.

موتي تنهنجي مک مان ڪِريا جي،پريم سان چونڊي سانديم من ۾
دل ۾ ايريو درد اچانڪ، هاءِ وهي وياسي لڙڪن ۾
ڇا پريت جي آهي ريت اها؟
ڇا آهي پاپڻ پريت اها؟
ٻي سمجهہ کي سمجهاءِ اچي
جي هُٿَن نہ اچين هِٿَن آءُ هلي!



زندگيءَ جي راهہ ۾ ڊوڙي جڏهن تڪجي پوان!
ياد توکي تو ڪريان!

هي بہ ماڻيان، هُو بہ ماڻيان، دل گهري ڇا ڇا نہ ٿي
چنڊ تارا لاهي آڻيان، دل گهري ڇا ڇا نہ ٿي
پر چڙهي پهچڻ ٻڄا جڏهين ڪِري ڦٿجي پوان
ياد توکي تو ڪريان!

هِنجي چاهت، هُنجي چاهت، دل جي هيءَ حالت ٿي
ناهہ راحت ۾ بہ راحت، دل جي هيءَ حالت ٿي
مُرڪندي پيي ڪين جي مرڪي سگهان، روئي پوان
ياد توکي تو ڪريان!

هي ٻٽي مان هُو ٻٽان، ٿي دل جي خواهش نت نئَين
هي ڪٽي مان هُو ڪٽان، ٿي دل جي خواهش نت نئَين
پائي پڻ ڪجهہ پيي نہ پايان، پاڻ مان ورچي پوان
ياد توکي تو ڪريان!



راڻا! او جادوگر راڻا،
خاڪ طلسمي ڪاڪ محل تئي ڇاجي تو لاءِ پريڪيا
پنڌن تولاءِ نہ هي تيا

او مومل ڪارڻ ويڳاڻا،
ڪاريون چار شيون ڪھڙيون ييي نالي پائي هاڻ ٻڌاءِ
تون مومل جو هوءَ تولاءِ!
”بن جي ڪويل ڪاري، ساوڻ ۾ ڪڪرن جي قطار
پر گھرا ڪارا نيڻ اهي ۽ گھاٽا ڪارا اِهي وار!“

راڻا! او جادوگر راڻا،
خاڪ طلسمي ڪاڪ محل تنئي ڇاجي تولاءِ پريڪيا
ٻنڌن تولاءِ نہ هي تيا

او مومل ڪارڻ ويڳاڻا،
ڳاڙهيون چار شيون ڪهڙيون پيي نالي پائي هاڻ ٻڌاءِ
تون مومل جو هوءَ تولاءِ!
”ڳاڙها ڳاڙها لعل يمن جا، أيري جئَن سج رنگ رتول
ڳاڙهو تلڪ هي پيشانيءَ تي، ۽ هي ڳاڙها چپ انمول!“

راڻا! او جادوگر راڻا،
خاڪ طلسمي ڪاڪ محل تنئي ڇاجي تولاءِ پريڪيا
ٻنڌن تو لاءِ نہ هي تيا

او مومل ڪارڻ ويڳاڻا،
سُرهيون چار شيون ڪهڙيون پيي نالي پائي هاڻ ٻڌاءِ
تون مومل جو هوءَ تولاءِ!
”سرهي چندن جي ڇايا ۽ سرهي آهہ ڪتوري خاص
ير ۾ هئَڻ پرينءَ جو سرهو، سرهو سرس پرينءَ جو سواس!“

راڻا! او جادوگر راڻا،
خاڪ طلسمي ڪاڪ محل تنّي ڇاجي تو لاءِ پريڪيا
ٻنڌن تولاءِ نہ هي تيا

او مومل ڪارڻ ويڳاڻا.
اَچتيون چار شيون کهڙيون پيي نالي پائي هاڻ ٻڌاءِ
تون مومل جو هوءَ تولاءِ!
”رات جو پويون پهر بہ اَچتو، اَچتي آهہ صبح جي هير
اَچتو تنهنجو جوڀن راڻي! اَچتي تنهنجي مُرڪ سڌيرا!“

راڻا! او جادوگر راڻا،
خاڪ طلسمي ڪاڪ محل تئَي چاجي تولاءِ پريڪيا
ٻنڌن تو لاءِ نہ هي تيا

منڙيون چار شيون کهڙيون پيي نالي پائي هاڻ ٻڌاءِ
تون مومل جو هوءَ تولاءِ!
”منڙي چيت ۾ ميڙيل ماکي، ساوڻ ۾ ڪويل جي لات
منڙي آهہ هميشه مومل ۽ مومل جي ڪومل بات!“
راڻا! مومل جا ور راڻا!
راڻا! او جادوگر راڻا!

راڻا! او جادوگر راڻا!
خاڪ طلسمي ڪاڪ محل تي، چاجي تولاءِ پريڪيا
ٻنڌن تولاءِ نہ هي تيا
او مومل ڪارڻ ويڳاڻا!
سيتل چار شيون کهڙيون پيي نالي پائي هاڻ ٻڌاءِ
تون مومل جو هُوءَ تولاءِ!
”رات جو پويون پهر بہ سيتل ، سيتل آهي صبح جي هير
سيتل تنهنجو هردو راڻي،! سيتل تنهنجو ساهہ سڌيرا!“

---

فوٽ نوٽ: هري دلگير ۽ نارايڻ شيام جي گڏيل ڇپرائين مجموعي ۾ سنڌس هي ساڳيو گيت شامل آهي، پر هن گيت ۾ فقط آخري بند واڌو شامل آهي.



چانڊا چاڳ نہ ڪر، هل جلدي، ماٺيون منڙو ماڳ
منڙو ماڳ محبت وارو، جو مومل جو ماڳ!

وڻ وڻ تي پکين جو ڏس ميڙو
چيٺن چيٺن چُٺ چُٺ گوڙ بکيڙو
اولهہ ڏِسِ ڏي ڏِسُ سج آخر
ڍرڪي ڍرڪي ٿيو پٽ پيڙو
سعيي ۾ سنسار سمهڻ جي، پر تون ساڻي جاڳ!

’وڏندا وڏندا گم ٿيا پاڇا
اونده جا هيسايل ها ڇا؟‘
اوسيڙي ۾ اوجاڳي ۾
مومل سوچي ويئي ڇا ڇا!
واٽ تکي جا مومل ويئي، تون ئي تَنهنجو ڀاڳ!

ٻانهي وئي جڏَن جوت جڳائي
وئي طلسمي ڄار وڇائي
اونده سان هي روشني گڏجي
ينيپلائيندڙ شڪليون ٺاهي
پاڇو ڇُري جڏَن، سمجهي پوري، پهتو ڇاڻ سُهاڳ!

ڦٽي هٿن ۾ ڪٽي نهاري
ويئي هر هر وار سنواري
ٿاهي سينڌ،چڏي سا ڪاري
ڪاري ٿاهي، ٿاهي ڪاري
البيلي ڏس اوسيڙي ۾، ڀٽڪي ڪوئي راڳ!

بس ٻي وائي وات نہ ڪائي
اکڙين ڪي ٻي تات نہ ڪائي
ڪاڪ محل جي ڪمل ڪماري
أن ٻِن ڀائي بات نہ ڪائي!
مومل مڪڙي تڙيل اڌوري، ٻڌل اڌورو راڳ!



ڪوڙي دنيا ۽ سندس مايا ڇڏي، ساجن سان گڏ!
سهڻي سپنن جي وچي دنيا وسائيندس، سَکِي!

جنهن سياڳي راهه تان هوُ پاڻ ايندو منهنجي گهر،
اُن سڄي شهراهه تي گل ڦل وڇائيندس، سَکِي!

چنڊ جي ڪرڻن ۾ پوئي ماڪ جا موتي نفيس،
پيار مان پريتم کي سندر هار پائيندس، سَکِي!

دل گهُرئي کي سانت مَي آڪاس ساگر تي وٺي،
چنڊ جي روپي ٻيڙي ۾ گهمائيندس، سَکِي!

چوطرف پيدا ٿي ”گندرو لوڪ“ جي ويندي فضا،
هوُ وڃائيندو ستار ۽ آنءُ ڳائيندس، سَکِي!

ان جي اکڙين ساڻ اکڙيون ۽ سندس دل ساڻ دل،
مان ملائيندس، سَکِي! سُڌ‌ٻُڌ ڀلائيندس سَکِي!

جي مري ويندس، نه ويندس ان جي سپنن مان مگر،
نينهن جو ناتو مرڻ تي ڀي نڀائيندس، سَکِي!



تنهنجو سهج سياءُ، ائين ٿي پاڻ لڪائين، ليئڙا پائين!

پن پن مان جئن ڇٽي چاندني- وڻ کي لوڏي واءُ.
ائين ٿي پاڻ لڪائين، دل تڙڦائين!

لنءَ لنءَ لرزي چاندوڪيءَ ۾- ڇا تہ نفيس ڇهاءُ.
ائين ٿي پاڻ لڪائين، ڇاتيءَ لائين!

ول جئن دل کي ويڙهي ويٺو- اُجلو نرم هڳاءُ.
ائين ٿي پاڻ لڪائين، پيچ آڙائين!

اوسيڙو ٿي اوسيڙو هو- انبر جو ڦهلاءُ.
ائين ٿي پاڻ لڪائين ۽ واجهائين!

رڻ جي واري مٿان چندرما- ڪڻ ڪڻ جوت جڙاءُ.
ائين ٿي پاڻ لڪائين، پاڻ لڪائين!



ٿانڊاڻي جي لاٽ- رات انڌاري، پنڌ گهڻو!

هڪ وک ڪٽيندي روشني۔
ٻي وک ڪٽيندي ٻاٽ،
ٿانڊاڻي جي لاٽ- رات انڌاري، پنڌ گهڻو!

ڪنهن ڪنهن مهل هِتان هُتان-
رکي رکي چمڪاٽ،
ٿانڊاڻي جي لاٽ- رات انڌاري، پنڌ گهڻو!

ٻُوند ٻوُند هيءَ روشني-
اونده نجي اُساٽ،
ٿانڊاڻي جي لاٽ- رات انڌاري، پنڌ گهڻو!

ڏسندي ٻري ٺري وڃي-
ويتر ڪاري واٽ،
ٿانڊاڻي جي لاٽ- رات انڌاري، پنڌ گهڻو!

جيڪس ائين پوري ڪجي-
هيءَ جيون جي جاٽ،
ٿامڊاڻي جي لاٽ- رات انڌاري، پنڌ گهڻو!



وينو ڪوئي نهاري- منهنجن نيڻن پنتان!
ڏيرَ سِپُن جا سامهون، وينو سِپ سِپ کولي،
آهڙا ڪهڙا موتي، سپ سپ کولي ڳولي؟
سار سمنڊ ڪناري- وينو ڪوئي نهاري
منهنجن نيڻن پنتان!

ڏسندي ڪنهنجو منهڙو، نيڻن جي گهرائي،
نظرن ۾ ائن نکري، جنمن جي پنهنجائي،
ساري، ساريو ساري- وينو ڪوئي نهاري
منهنجن نيڻن پنتان!

پيڙا پيڙا جيون، جيون جيون پيڙا،
اوسيڙا گڏجاڻيون، گڏجاڻيون اوسيڙا،
گونگا ڳوڙها ڳاڙي- وينو ڪوئي نهاري
منهنجن نيڻن پنتان!



تنهنجن نيڻن ۾ اي راڌا- ڪنهنجي تات ۽ ڪنهنجو نينهن؟

گهرا گهرا سندر سپنا
جهلمل جهلمل ڪومل ڪرڻا
تنهنجن نيڻن ۾ اي راڌا- ڪنهنجي رات ۽ ڪنهنجو ڏينهن؟

نظر نظر هڪ وياڪل ريڪا
آنسوُ آنسوُ گهري ممتا
تنهنجن نيڻن ۾ اي راڌا - ڪنهنجي وج ۽ ڪنهنجو مينهن؟

هي اوسيڙا، هي اوجاڳا
باک ڦٽي هوُ تارا نڪتا
تنهنجن نيڻن ۾ اي راڌا - ڪنهنجي تات ۽ ڪنهنجو نينهن؟



پُونهن جو هي چنڊ منوهر
نيري نڀ کي چمڪائي پيو!

نرم ڇهاءَ سان روپن ڪرڻن
سانوري رات جو روپ نکاريو!
واءُ گلن جي خوشبُو مهڪي
اُنجو انگ هٻڪاريو!
البيلي ۽ سندر ويلا،
ليڪن دل کي آتر ويلا!
ننڊ پريل پلڪن پويان ڪو
جهاتي پائي واجهائي پيو!

دل جو پاند ڇهي جئن ويو
واءُ جون سرهيون اُجليون لهريون،
اکڙين جي آڪاس ۾ ڇانيون
سپنن جون ڪڪريون سونهريون،
ڪليت سک جي لار لڳي مان
جيون جي منزل تي پهچان
ڪير مگر هئَن جڏهين تڏهين
راهه ۾ ڪنڊا اُڇلائي پيو؟
پُونهن جو هي چنڊ منوهر
نيري نڀ کي چمڪائي پيو!



ڪم ۾ رهين غلطان، ڪوري!
ڪر ڪو وقت جو ڌيان!

ڪم تي وينين پيچ پنيءَ ڪان،
مرڪين هر هر ڪهڙي سببان؟
ڪهڙي ڪم ۾ ايندو تنهنجو
باڪ ڦٽيءَ جان ڪهنبو ڪپڙو؟

”هن مان تهندي سهٽي سڦري
چولي بار کي پهرائڻ لاءِ
وقت جو ڪنهن کي ڏيان؟
ڪم ۾ رهين غلطان، ڪوري!

ڪم جي ڏُن ۽ راڳ جي رُون رُون،
سچ ٻه لهي ويو ڪم نه ڇڏين تون،
ڪهڙي ڪم ۾ ايندو تنهنجو
ڪنگُو وانگر ڪهنبو ڪپڙو؟

”اورنگيون ان مان تاهيندا
گهوٽ ڪنوار کي اوڍائڻ لاءِ،
وقت جو ڪنهن کي ڏيان؟“
ڪم ۾ رهين غلطان، ڪوري!

چنڊ جي ڪَسُ جهڙي چانڊوڪي
رات گِهميل پر توکي ڪم جي،
ڪهڙي ڪم ۾ ايندو تنهنجو
گلال وانگر ڪهنبو ڪپڙو؟

”ڪم ۾ ايندو منهنجو ڪپڙو
ڪنهن جي مئت کي ڪفنائڻ لاءِ،
وقت جو ڪنهن کي ڏيان!“
ڪم ۾ رهين غلطان، ڪوري!



مِني مرڪ ڳالهين ۾ جادو ڀري ٿي
مِنيءَ جي مِني چال جادو ڪري ٿي!

سينڌ سنڌر سان، سرخيءَ سان چپ، مينديءَ سان هٿ پير،
لڄ کان ڳل ڀي لال، اڇي تي مرمر جي ماري ڪير؟
مِني ڪنهن ڏني ٻي
ڏني ڪنهن مني ٻي
انهيءَ کان پري تي نہ منهنجي سري ٿي!

ڏسندي ڪنجي فلم ۽ ٻڌندي رڪجي اڏ ۾ راڳ
بيخود ڏسندڙ ٻڌندڙ ٿئي ٿو ترڪي ڪٿن نہ سجاڳ
نہ ٿي تات پوري
نہ ٿي رات پوري
الا ائن پري ٿي نہ منهنجي سري ٿي!



سگهڙ سکر سوداگر کيچي!
کهڙا تو وت وٽج وکر؟

مشڪ جي خوشبو پکڙي ڪيڏو! اهڙي مشڪ تہ ڏيکارينم،
آهي عمدي پر ڏين ڪٿَن تو؟ ”وارن سان ڇهائڻ ڏينم!“
متان ڪا ڏوتِي ٻڌي اکر،
او سگهڙ سکر سوداگر!

جهڙي ڪير، اچي هيءَ ٻانهين! ”سائڻ! گهرجي؟“ ڏيکارينم،
ونٽي آهي پر ڏين ڪٿَن تو؟ ”ٻانهن وڌائي پائڻ ڏينم!“
متان ڪا ڏوتِي ٻڌي اکر،
او سگهڙ سکر سوداگر!

پرت جا ڪاوا چمڪن ڪيڏو! ڳاڙهو گج اِيءُ ڏيکارينم،
سهڻو آهي پر ڏين ڪٿَن تو؟ ”اک ۾ روپ سمائڻ ڏينم!“
متان ڪا ڏوتِي ٻڌي اکر،
او سگهڙ سکر سوداگر!



سردار ڪري واپار- سهڻي ٽانؤ نڪر جا وڪڻي!

اکيون ڪنيارڻ جون اڇرج ۾، حسن ڏسي حاڪم جو
لهي چڙهي چو ڇاتي تڪڙي، دل ۾ ڇاجو دهڪو؟
سردار پيڇي اگهه پار- سهڻي ٽانؤ نڪر جا وڪڻي!

اُتي ڪڙي ٽي سهڻي جهٽ پٽ، ڇڳون هٽائي منهن تان،
سنهڙي ڇيلهه سنئين ڪئن تئي؟ جهٽ واپس ويٺي لڄ کان
ايڏو جوڀن جو بار-سهڻي ٽانؤ نڪر جا وڪڻي!

گج تي جي هيءُ ڪاوا، منجي، هوند بڻيا آئينو
روشن عڪس گراهڪ جي ڪان، چمڪي ها پيو سينو!
اسرار عجب اسرار- سهڻي ٽانؤ نڪر جا وڪڻي!

هُو تہ گهري تو دل جو سودو، دل وٺندو دل ڏيندو
سهڻي ويچاري ويچاري، پوءِ هاٿي ڇا ٿيندو؟
اِنڪار نہ ڪو اقرار- سهڻي ٽانؤ نڪر جا وڪڻي!



ڏين تي خالي ٽانوَ، ڪنيارڻ!
ٺلها ٺڪر جا ٽانوَ؟

اُونهاري جي پانءِ ٻپهري، جوڀن ايڏو تاءُ ڪيو آ
ڪڪرن جان ڪارن وارن جي، ڇانيءَ تي ڪر ڇانوَ،
ڪنيارڻِ!....

ڪهڙو سودو چاهيان تو ۽ ڪهڙي پاءِ ڪرڻ تو چاهيان
ڪانہ اوهان جي ٻولي ڄاڻان، ڪئَن سڀ سمجھايانوَ،
ڪنيارڻِ!....

سون ورن هن ڇهري تي، لڏي ڇڳون ڪن البيلايون
سورج سامهون ڄڻ ڪي ڪڪريون، ڪجهہ اُس ۽ ڪجهہ ڇانوَ،
ڪنيارڻِ!....

منجهيل منجهيل سؤ ڳالهيون چپ تي، نيڻن ۾ تن جي سمجهاڻي
نظر جهڪيل ۽ ٽانوَ هٿن ۾، واهہ ڏيڻ جا ڏانوَ،
ڪنيارڻِ!....



سهڻي ميهر جي سڄ پڄ سهڻي
سهڻي سهڻي قرب ڪَڙِي وو!

صاف ڪير جئَن جوڀن تنهنجو
نرمَ مکڻ جئَن تن من تنهنجو
ڪيرُ مکڻُ سڀ سهڻي آهي
چنڊ تہ آهي چاچ چڙي وو!
چنڊ جي کهڙي سونهن ٻڙِي...
نينهن نوازيل اکيون نمائيون
ساهہ سيباڻيون سندس رهائيون
ڏسڻ ٻڌڻ کان ٿي اڳ جنهن سان
ميهر پنهنجي جانِ جڙي وو!
تنهن کان ڪئَن ٿئَي ڌار گهڙي...



هجين ها شيام! تون راڌا هجان ها مان بہ جيڪر شيام
چگي توکي پڌايان ها!

وڇوڙي ۾ سهن دک ڪئن نہ پريمي صبر سان ڏينهن رات
اڇان ها پريم- انبر تي وڇوڙي جي ٻٽي پريات
سچيون توکي ڪرايان ها!

منوهر بنسريءَ جا سرسنڌءِ سڏ ٻڌ ٻلائن ها
ڪلان ها جئَن اڪيون تنهنجو اِئين ڳوڙها وهائن ها
لڪي توکي ڪجايان ها!

تڪي راهون جڏهن تڪجي ٿين ها بند تنهنجا نيڻ
اُٿاري توکي سپني ۾، سمهڻ جي لءِ ڏيان ها ويڻ
گهڻو توکي ستايان ها!

ٻڌي هٿ پوءِ تون آزيون ڪرين ها اڄ ڪٿي گهنشيام
چوين ها چو نہ ٿو پاڙين ڪيا جيڪي هيئَہ انجام؟
اڇي ڇاتيءَ لڳايان ها!
هجين ها شيام! تون راڌا هجان ها مان بہ جيڪر شيام!



ڏنڌلو روشن منهنجو جوڀن
سنجها ويلا!

سپنيلي رنگن سان رڱيل
هي منهنجو من
سنجها ويلا!

ڪيڏي گهري هيءَ خاموشي
سڪٽو جيون
سنجها ويلا!

ڀرت ڀريل منهنجي پوتيءَ جو
جهرمر دامن
سنجها ويلا!

پل پل گهٽجي عمر، ڇٽي جڻ
گل جو پن پن
سنجها ويلا!



سنيران اهڙي ساعت ڪانہ
جنهن ۾ تنهنجي ياد نہ آئي!

جنهن ۾ تولءِ سواس نہ سڏڪيا
تڙڦيا تنهنجي ڪاڻ نہ پران
ڏينهن نہ ٿيو، ٿي رات نہ ڪائي!

هڪ ئي لفظ وراڻي تنهنجي
ساري عمر مڃان احسان
هاڻي اوڻ آهہ اهائي!

هير جي جهوٽڪي وانگر هر هر
نرم ڇهاءُ سان تنهنجي ڌيان
مهڪائي منهنجي تنهائي!



پري بانورو سانورو پؤنر بن ۾!

البيلي هوءَ مڪڙي هر هر ايڏو ڇو گهبرائي؟
جهيڻي خوشبو ڪان پنهنجي ٿي ڪيڏو ٿي شڪ ڪائي!
گلن جو گهُري ڇانورو پؤنر بن ۾!

ڪنهنجا ڇپ ته نه آيا آهن روپ پؤنر جو ڏاري؟
هڪڙي گل کي چمندي، ٻئي ڏي نرلج ڪئن نه نهاري!
ڦري مطلبي بانورو پؤنر بن ۾!



شرمائين إئين ڇو ٿي؟
توکان مون گهريو ٿي ڇا؟

شرمائجي انڪارين، جئَن زور پريان ان ٿي
انڪار تي شرمائين، پڇتائين ائين ڇو ٿي؟
توکان مون گهريو ٿي ڇا؟

شرمائجي ويچارين، ڇا هائو ڪريان ان تي
اقرار تي شرمائين، شڪ ڪائين ائين ڇوٿي؟
توکان مون گهريو ٿي ڇا؟
شرمائين ائين ڇو ٿي، توکان مون گهريو ٿي ڇا؟



ساجن ! تولءِ هار
پوئـان مان گيتن جا ڪي هار!

ڪومل مڪڙيُون چنچل تارا، نازڪ آس اُمنگ
صبح اُفق جي ڏاڍي ۾ مان پوئندس روشن رنگ،
راڳن جون مالهائون، جن ۾ سپت سُري هبڪار
پوئـان مان گيتن جا ڪي هار!

راڄ ڪري مَدُ نيڻن تي ۽ هردي تي سنگيت
مد، سنگيت ٻنهي کان پر ٻل ساجن! تنهنجي پريت.
دل جي تارن کي جڳَن ڇيڙي تنهنجي نيڻ- نهار
پوئـان مان گيتن جا ڪي هار!

تاڪر- اَرچا پوڄا جي لءِ هي جنهن ول جا ڦول
ڪام- ولاسي سيجا جي لءِ پڻ تنهن ول جا ڦول،
جايون ڌار مگر نہ گلن جي خوشبو رنگت ڌار
پوئـان مان گيتن جا ڪي هار!

# نظم

## * هاريءَ جي هٿ جو ڇهاءُ

جنَن نہ ڪا ننڍاڪڙي ناري هجي
پرش جو هٿ جنَن ئي ڇاتيءَ تي لڳيس
مرڪي، ڪَرَ موڙي،اکيون مهٽي، اُٿي،
ننڍ بدلي نازُ نيٽن ۾ ٻَڪيس!
خاڪ جي سيني ۾ ائين جاڳائي ياءُ،
شيام هاريِ جي هٿن جو هر ڇهاءُ!

# * ساگر جي لهر

**لهر:**

گهَري گهَري نيري ساگر جي دلاري نينگري
آءٌ آهيان لاڏلي بادل، ڪنوڻ، طوفان جي.
چنڊ پنهنجي سايہ ۾ منهنجي ڪري ٿو پالنا
۽ ڪري مون تي سدائين ٿو نظر احسان جي.
ننڊ سک جي مان چڏي لڏندڙ هندوري مان اُٿيس
پنهنجي سيني ۾ کڻي بيتاب دل سيماب جي
آگ جي چر آهہ گويا منهنجي چيري کي لڳل
منهنجي نس نس ۾ پريل آهي جلڻ تيزاب جي
سج لٿو ڪا مهل، تارن جون اکيون ٿيون پوٽجن
پر ڏٺي هڪڙو ڏسي ٿو، منهنجي سک آهي اَجهل
خودبخود ڇڪجي وڃان مان ڪٿن نہ ساحل جي طرف
ڪَٿَن رهان ان کان جدا؟ ڪَٿَن روڪيان هِيءُ من اُڇل؟
فرق پياري ۽ اُڪندئي ۾ رهي ڇاجي ڪري؟
بس ملي ساحل سان هاٿي اصل لَي هڪ ٿي وڃان،
دولتون پنهنجي جگر جون گهوري ساحل تان ڇڏيان
پنهنجي سيني ۾ لڪل موتي بہ واريان ان مٿان.

چهرو چمڪايان مان ساحل جو ۽ چمڪائي چمان
سيني سان انکي لڳائي سر ڪريان ان تان نثار
پنتي موتي ۽ وري موتي اچي ان کي ڏسي
ليٽجي ان سان وڃان، پنهنجي تيان هستي کان ڏار!

**شاعر:**

ڏس، پريان ڪيڏو اُفق جي تي اچين نيراڻ مان
ڦٽگون هٽندي، پاڳلن جئَن چاڪ دامن کي ڪندي.
اِئين اچي ساحل ڏي، منڙبون ڪيس ڏين بٽجي اڌير
هيءَ ئي آهي آخري منشا ڇا تنهنجي سڪ سندي؟
پر جڏهن ساحل ئي خود توسان ملي هڪ تي وڃي
پو ڪٿي ساحل رهيو ۽ ان جي خودداري ڪٿي؟
۽ ملي ساحل سان جڏهين پاڻ تون خوابيده ٿين
پو،ڪٿي تنهنجي محبت، ان جي ناچاري ڪٿي؟
خودبخود آغوش ۾ ڏس تنهنجي ڇڪبو ٿو اچي
تنهنجي منڙين جي اَسهه گرميءَ کان ساحل پگهرجي
آهه ڇا تنهنجي فراقي راڳ ۾ مستي پريل
تا جُهڪي آڪاس مان تارا ٻڌن خاموش ٿي!
تنهنجي الفت ۾، رڳو تنهنجي انهي فرقت ڪري
آهه شورش حشر جي ۽ آسماني آهه اوج
دور ساحل کان رهي بجلي تون آهين عشق جي
پر ملينءَ ساحل سان جڏهين آهين هڪ پاڻي جي موج!
تنهجي ناڪامي ئي آهي ڪامراني قرب جي
تڙڦندي رهه هر گهڙي ۽ داعما مهجور رهه
دور رهه محبوب کان پر ڪيس هردم پيار ڪر
پيار ڪر محبوب کي پر ان کان هردم دور رهه!

# * افلاس

اجهو تي شام، تيا رنگينين جا  رستي تي جُهرمٽ
اُڏامن چوطرف ڇڻ خوبصورت نوجوان پوپٽ
جواني، حسن سوَ سوَ صورتن ۾ تيا اچي پرگهٽ
هوُ جوين ڇا، هوُ سوپيا ڇا! مگر مفلس جي لي ڇاهي؟

عجب بازار جو چلتو، هوُ وهندڙ شهر جو رستو
جلي بجلي بتين ۾ ڪٿَن نہ ٿو افلاس جو نقشو
ٿيو هرشَي جي آرائش ۾ شامل خون غريبيءَ جو
گهڻا سامان عشرت جا- مگر مفلس جي لي ڇاهي؟

انڌاري رات ۾ بجلي بتين سان چمڪيا ميخانا
نظارا ميز تي مستي جا ۽ ڪرسين تي مستانا
ٻُڌي مينا جي قلقل جهٽ لڳا ڪڙڪڻ ڪي پيمانا
شراب ۽ ساقي ۽ شيشا! مگر مفلس جي لي ڇاهي؟

غريبي جي پهاڙيءَ تي ڏَني وينا سُڪي ٻڄي
ڦُٽي ڦاٽي پوي تي ڇو نہ ساجوالا مُڪي ٻڄي
سندس قسمت سندس وس آهہ، باقي هئن دکي ٻڄي
ڇوڻ تنهنجو ٿيو بيجا، مگر مفلس جي لي ڇاهي؟

## * انقلاب زنده آباد

خوش تيس تي ٻُڌي آزاد ٿيو منهنجو وطن!
زندگي هاڻ نئين دَور ۾ داخل ٿيندي
هاڻ ڏارين جي غلامي جو لٿو هر ٻنڌن!

جوت جن ۾ نہ هئي، هاڻ اهي منهن بَڪندا!
هيل تائين جي سڙيا اُس ۾ بيابانن جي
هاڻ ڇت گل جو انهن جي ئي مٿي تي رڪندا!

هرطرف عيش جو سمجهيمرتي تہ هوندو سامان!
پير محنت جا اڃي چوڄ مان چمندي دولت
هٿ ۾ افلاس جي، سرمايہ جو هوندو دامان!

اُف، ڇهڻ ساڻ ئي پوپٽ جو ويو رنگ لهي!
ڪلپنائن جو سجل رنگ محل ناهيم جو
هلڪو سپرش بہ تہ ساپيا جو سگهيو ڪين سهي!

منهنجي سپنن کي نہ پر مون کي لُٽي ڪوئي ويو!
انقلاب آيو مگر آيو نہ آئي جهڙو،
دل ۾ ڇا ڇا نہ مون سمجهيو تي مگر ڪجهہ نہ ٿيو!

اڄ بہ غيرت سرِ بازار تي بدنام ٿئي!
حسن تي واڪ ملن ۽ تي وڪامي عصمت،
زندگي اڄ بہ تي بازار ۾ نيلام ٿئي!

ڪوششون، محنتون سيئي ٿيون پنتي هٿندڙ!
ڪجهہ بہ آئي نہ بڪارين جي قطارن ۾ ڪَمي
مفلسن، فاقہ ڪشن جو ٿيو لشڪر وڌندڙ!

---

هار همت نہ ائين هاري نہ همت دانا
درد ۽ غم بہ حياتي جو جزو آهہ، مگر
آهہ ۽ دانهہ حياتي جي نہ ٿيون هم معنيٰ!

آئيءَ پائيءَ تي اڄ ڳالهہ نہ ڪر ڊانوان ڊول!
انقلاب آيو مگر دوست نہ پورو آيو
باقي هڪ جَست آتي ڪرٽي،ڪمر بند نہ ڪول!

اڄ تہ هٿ هٿ ۾ ڏئي پير وڌايون، ساٿي!
ڪيسين اٿن راھ جي ڪنڊن کان بچائيندين قدم؟
خونَ سان تنڪي بہ رنگين بڻايون، ساٿي!

ڪجهہ تيڻ کان اڳي امڪان تہ ڪرڻو پوندو!
جنهن نئَين بزم، نئَين ساز جي حاجت آهي
پهرين ان بزم جو سامان تہ ڪرڻو پوندو!

شمع احساس جي هر دل ۾ جلايون پهرين!
دوُر بيچارگي دنيا جي تي سگهندي تہ سهي
آدمي زاد کي انسان بڻايون پهرين!

ڪنڊ پاسيرو تي پوڇڻ ڪ پيڻ ڇا جو حَل؟
ڪوئي ميخانہ تہ ناهي نہ عبادت گهر آهہ،
دوست، سنگرام ۾ دنيا جي ڪڇي ہَل ۽ عمل!

ڇَو تہ دريا ۾ گهڙڻ ڏاران ترڻ ڇا ايندو؟
روئي روئي هوُ رڳو موت گهرڻ وارا ڏس
آيو جنکي نہ جيڻ تنکي مرڻ ڇا ايندو؟

دل شڪستو تون اجايو نہ اٿين تي، ساٿي!
مونکي پر نُور ڏسڻ ۾ تو اچي آئيندو
حال اونداهو گهٽو آهہ مگر جي، ساٿي!

## * اُٺ. ڪجهہ تہ ڪريون

همنشين! اُٺ تا عمل جو شور اڄ برپا ڪريون
ڇا جي لِي ڪاهل ٿي هٿَن اڄ ۽ سيان وينا ڪريون؟
اُٿ تہ گڏجي ڪم ڪريون، محنت سان ڪجهہ جوڙي وٺون
ڪيستائين ويهي هٿ تقدير جا شڪوا ڪريون؟
ڇا، اها يي زندگي جنهنجي پڇاڙي ٿي فنا؟
اڄ، ملي آيام جي گردش کي بي معني ڪريون!
زنده داري جي اگر آهي طلب همت پڌون،
زندگي ۾ زندگي هڪڙي نئين پئدا ڪريون!
ڪم سو ڪهڙو ٿي نہ جو انسان ڪان سگهندو ڪڏهن؟
عزم ڪامل يي رکون، برباد انديشا ڪريون.
ڪٺن بہ دريا ڇوهہ مان وهندڙ اُڪرٽو آهہ نيٺ،
پوءِ ڇو لهرن جي لڙ لوڏن جو يوَ بيجا ڪريون؟
ڪم ۾ ٿي مشغول، اُٺ، ڪشتي خدا تي ٽا ڇڏيون
بس بٽي بي فڪر ۽ خوف لنگر تان لڏيون!

## * طوفان جي نئين لهر

تنهنجي سپنن جا محل سونهن ۽ سينگار ڀريا،
منهنجي ساييا جا کنڊر هيبتي اسرار ڀريا،
تنهنجي خواهش جا چمن حسن ۽ هٻڪار ڀريا،
منهنجي احساس جا پَٽ خار آزار ڀريا.
اڄ طلسمات لڪل کولي ڪريون سڀ ظاهر
دل جو هر پاسو پَلوَ ڳولي ڪريون ظاهر.

پيار ڪنهن واسطي، ڪنهن واسطي نفرت ڇا لِي؟
خبط دولت جو ۽ سوادي حڪومت ڇا لِي؟
موت جو فڪر ۽ قسمت جي شڪايت ڇا لِي؟
زندگي راهہِ عمل آهہ پو "قسمت!" ڇا لِي؟

زندگي ڪي نہ روايات جي زنجير جڪڙ،
ياگ ڪي ياگ تي ڇڏ، پنهنجي هلي راه پڪڙ!

ويهي تقدير جا شڪوا ڇو ٻڌائيندڙ ٿيون!
بخت جي پوئلڳي ڇو نہ گهٽائيندڙ ٿيون؟
ڇو نہ هڪڙي نئين دنيا جا ٻڌائيندڙ ٿيون؟
انکي آباد ڪري راڄ هلائيندڙ ٿيون!
پير کي چوٽ رسي دل نہ ڪري بيخبري
چشم نمناڪ ٿئي، هٿ ڪري چاره گري!

ڏس، لڇن بيڪس و مزدور ۽ مسڪين اڃا،
اڌ اگهاڙن ۽ بُکين جي نہ ٿي تسڪين اڃا،
رت ڪڍائي بہ خرابي تہ وٺي ڪين اڃا،
دردِ دنيا کان رهائي نہ ڏني دين اڃا،
آ تہ دنيا کي ٿي دنيا جو ڪريون هاڻ علاج
پيٽ جو آن علاج ۽ نہ ٻي ڇڪتاڻ علاج!

وهم نس نس ۾ اڃي جڙن اڃا پيوست آهي،
فڪرِ انسان بہ اڃا ڪهڙي ڪٿي جست آهي؟
زندگي عيش ۽ تشويش ۾ ٿي پست آهي!
عيش جي پيڙهہ پٽيون، رنج کي برباد ڪريون
ڪنهن ٻئي ڊول تي دنيا وري آباد ڪريون!

آنڌيونُ ساڻ ڪٺون، زلزلہ اڳوان ڪريون،
بحر جي دل ۾ ٻيا گوڙ ۽ گهمسان ڪريون،
ناؤ کي لهر ڪريون، لهر کي طوفان ڪريون،
عين طوفان ۾ نئين زيست جو سامان ڪريون،
جرڪندڙ رنگ محل ٻوڙي ڪريون اونداهي
جهنگ ۾ رنگ رچي پوءِ پٽيون ڪا ساهي!

## * جواني

حسين چهرو، نگهہ مست، اُيرنڊڙ ڇاتي،
ڪري نگاهہ جواني جي جستجو تنجي!
سياه وار ڏگها، ٻانهون گول گول سفيد
رکي ٿي ٻانهن جواني جي آرزو تنجي!
نفيس، سرخ ۽ امرت ڀريل هي چپ تازا
رهي چپن تي جواني جي گفتگو تنجي!
رسي جي سونهن، مناڻ جي لَيَ هلي حيلا
اها ٿي آهہ جواني جي واسطي مشڪل!
شراب، ناچ ۽ ڳاني جي ڌُن ۾ مست رهي
اهائي آهہ جواني جي دل، اها ٿي دل!
ڀلا ٻي ڪار جواني جي لاءِ ناهي ڇا؟
اهائي ڪار جواني جي آهہ ڇا قابل؟
ٻڪن ۾ پاهہ رنون زالون ۽ هي بيوائون!
وطن جي قصر جي تعمير ڇا اهي ٿي ڪندا؟
نہ منهن ۾ رنگ نہ طاقت بدن ۾ ٻار تہ ڏس!
وطن جي لاءِ ڪا تدبير ڇا اهي ٿي ڪندا؟
سگهن سنوان نہ ٿي ڳوڻ ڳوڻ ڪان جسم هي ٻيڏڙا
بلند ملڪ جي توقير ڇا اهي ٿي ڪندا؟

## * دعا

درد جنهن دل ۾ هجي ان دل جي شل ٻڻجان دوا!
جي هجي بيمار ڪوئي ان جي لَي ٻڻجان شفا!
دک ڪنان ڏکندڙ چپن تي شل پوان ٻڻجي دعا!

اُف اکيون سي جن کي بينائي نہ حاصل ٿي سگهي
روشني ڪان نہ جي واقف، سُڌ نہ جن کي نُور جي
شل انهن اکڙين جي لَي ٻڻجي پوان نُور ۽ ضيا!

جيڪڏهن ڪوئي مسافر راه ۾ ٿڪجي پوي،
دوُر منزل کي ڏسي مايوس ٿي ويهي رهي،
خضر جو مان ڪم ڪريان، ٿيان ان جو همره رهنما!

## * او زرد پن!

ڪڙ ڪڙ ڪندڙ او زرد پن!
يــاري وٽــن جــا زرد پــن!

وارو وٽي پنهنجو چڪو-ناهي اوهان جو اڄ سمو
سو رنگ اڄ ساڳيو ڪٿي؟
سو ڍنگ اڄ ساڳيو ڪٿي؟
اڄ ڪِي سيٽي پر ڪِرو- ڪهڙو اوهان جو پروسو؟
ڪڙ ڪڙ ڪندڙ او زرد پن!

ڳاڙهين پتين جي تي تڪي- اڄ واٽ هيءَ دنيا سڄي
ڳچ گونچ ڪچڙا ۽ ڪَڪا
تارين متان ظاهر ٿيا
سواگت ڪندا تن جي وجو- سونهين نہ تي ائن ٻي رُخي!
ڪڙ ڪڙ ڪندڙ او زرد پن!

دنيا ۾ ايندي ٿي بسنتي هير جو جٺن سڏ سٽن
ٽپڪي ٿو جيون رس منجهن
لالاڻ تي ٻوڙي متن
سپنن جي تاجي پيٽي تي- جوڙي حياتيءَ جي اُٿن!
ڪڙ ڪڙ ڪندڙ او زرد پن!

وڏڙن جي سڪٽي آهہ دل- ننڍن جي ياري آهہ دل
ننڍن ڪي تيٽو آ وڏو
وڏڙن ڪي ڪٽٽو آ لڏو
ننڍن جي رڪٽي آهہ دل- توٽي وڏن جي ناهہ دل!
ڪڙ ڪڙ ڪندڙ او زرد پن!

مهمان گهڙين جا اوهين - تو دَور ننڍن جو هلي
تن ڪي سري ڪجهہ جاءِ ڏيو
۽ روڪ اُسرڻ ۾ نہ ٿيو
آسيس ننڍن ڪي وجو-ڏيندا، لڳائيندا گلي!
ڪڙ ڪڙ ڪندڙ او زرد پن!
ياري وٽن جا زرد پن!

## * فقط پاڻ واسطي نه

”پنهنجي سڳنڌ سان تو هوا کي ڪٽي پريان،
هر اڪ کي خوش تو اندلتي روپ سان ڪريان،
ماڪي جي مک جو آهه فقط مون مٿان گذر،

پوپٽ ۽ پونر لاءِ تيس مان ورُونهن- گهر."
ڪولي ٻڌايو سانت ۾ گل دل جي ڳالهه ڪي
"جڳ ۾ جيان نہ آنءُ فقط پاڻ واسطي!"

"گل گل ۽ باغ، جهنگ تي هردم رلان ڦران،
تي پاڻ ماري ماري هتان هت ڦِران گِهران،
ماکيءَ سان پنهنجي لاءِ نہ مانارو تي پريان،
انسان واسطي ئي تي امرت ڪٺو ڪريان."
ماکي جي مک بہ تي چيو پُون پُون ائين ڪري،
"جڳ ۾ جيان نہ آنءُ فقط پاڻ واسطي!"

"ريجهايان پنهنجو پاڻ، جي ڳايان تہ پنهنجي ڪاڻ،
آيِ! مون ڪي اهڙو پاڻ ۾ پورو ڪري نہ ڄاڻ،
چاڙهي نفيس اڏند ڪٿولي تي لات جي،
دل دردمند ڪي نيان آنند ڏام ڏي."
ڳايو پکي تي گيت صداقت جي ساز تي
"جڳ ۾ جيان نہ آنءُ فقط پاڻ واسطي!"

"صحت ۽ زندگي جا تي هر هنڌ ست ستيان،
باغن ۾ ۽ ٻنين ۾ حياتي جي ڇَٽ ڇٽيان،
مطلب پريل تي گيت سان سنسار کي سڏيان،
جيوت ۽ موت جا ڪي لڪل راز تي سليان."
رُون رُون جي راڳ ۾ هي چيو شبام نهر تي
"جڳ ۾ جيان نہ آنءُ فقط پاڻ واسطي!"

## * چا، تو پڇيو....؟

چا، تو پڇيو مان ڪيئَن ڪاٽيندس نيرس ڏينهن کي؟
ڪيئَن ڪندس، چا آئت ڏيندس پيريءَ ۾ من کي؟
جوڀن وارا ڏينهن سنياري ساريندس وينو
توکي، تنهنجي مکڙي کي ۽ تنهنجن نيڻن کي!

چا، تو پڇيو مان ڪيئَن ڪاٽيندس هيکل ڏينهن کي؟
ڪيئَن ڪندس، چا آئت ڏيندس پيريءَ ۾ من کي؟
ماڪ ڀنل گل ڏانهن نهاري ساريندس وينو
توکي، تنهنجي مرڪڻ کي ۽ تنهنجن لڙڪن کي!

چا، تو پڇيو،مان ڪيئَن ڪاٽيندس ڏاهن ڏينهن کي؟
ڪيئَن ڪندس، چا آئت ڏيندس، پيريءَ ۾ من کي؟
ڏاهپ جا ويچار وساري ساريندس وينو
توکي، تنهنجن گيتن کي ۽ تنهنجن سپنن کي!

## * سُچي زندگي

ڪٿَن نہ گلزار جي جوڀن وانگر
ڪٿَن نہ جوڀن جي امنگن وانگر
۽ امنگن پريتِي سپنن وانگر
هاءِ آئين ۽ وئين پڻ موتي!

باغ جتَن قول جي جوڀن کان پوءِ
جتَن من آنند امنگن کان پوءِ
رات جتَن پيار جي سپنن کان پوءِ
زندگي اِئن ٿي سُچي ٿي منهنجي!

## * ڏاڳ

هر هڪ پکيءَ جي چهنب ۾ چهڪيو بهار ٿي،
هر ٻور، غنچو، ڦول ۾ مهڪيو بهار ٿي،

شفاف جل ۾ نهر جي ٻهڪيو بهار تي،
هرڻن جي جُهنڊ ۾ ڏڪيو، سهڪيو بهار تي،
سپني ۾ ٻڌجي ساوتري، ستيہ وان کي
آندم ورائي ڪال کان، جاڳايو ڪنهن سڏي!

افسوس، اي بهار جا بادل، مون کي نہ چيڙ،
مت ماري آهہ ڏک، نہ اتم ڪل، مون کي نہ چيڙ،
افسوس، هير صبح جي سيتل، مون کي نہ چيڙ
دل کي ڪا ڇر لڳي وئي، هَل هَل، مون کي نہ چيڙ،
ڪهڙو ڪيو مون ڏوهہ وڌاتا رسي وئي؟
اهڙي ڪيم خطا جو نہ ان کي ديا پئي؟

تورو ٿي اڳ ڪڙيو هو ستارو سياڳ جو
ان ساڻ هو وريو سمو سهڻو سهاڳ جو
سهڻو سهاڳ جو سو سمو، سک ۽ چاڳ جو
آلاپ پهريون گونجيو تي راحت جي راڳ جو
افسوس، اي اڀاڳ ستارو ٽٽي پيو
آلاپ سک جي راڳ جو ورلاپ تي پيو!

جي گهر ۾ ويٺي ويٺي سندس ڳالهہ ڪنهن ڪئي
ساوڻ جي بجلين ۾ وِيَس هاءِ ويڙهجي
او زندگي! او آگ! اجا ياد تم چٽي
هن جي منين کان پوءِ جهلڪ انگ انگ جي،
جنَن پنکڙين تان ماڪ، تي سورج ڪِرَن پئَي
نڪري گهڙي لَي سونهن ڪنول جي أجڙ تئَي!...

## * خزان

تا اڏامن زرد پن، جت گل تي گوناگون ٽڙيا
تي جتي مرڪيو بهار، ات خنده زن آهي خزان
جت پرندا تي اُڏيا ۽ پونر، پوپٽ تي مڙيا
ڇا اُتي آهي؟ زمين خاڪي ۽ نيلو آسمان!

نرت مورن جي نہ آهي، جت ڏرتيءَ نازڪ قدم
اڄ ڪٿي تالاب وٽ آهي اڳوڻي تازگي،
ڪين تنهنجي مرڪ ڏاران تا ٽڙن اڳ جئن پدم
تو بجا اکڙين اڳيان هڪ آهہ ڪلپٽ مورتي!

ٽهڪڙا تنهنجا جتي گونجيا، اداس آهي فضا
نيڻ اڄ هنجون اُتي هارن جتي هئي شيام دل
ها، هميشه لاءِ خاموشي جو عالم ٿيو بپا
جت هيون سوَ سوَ اميدون، خواهشون ناڪام دل!

## * اي ساجن

مڪڙيءَ جي دل پيچي ھير، خوشبو ڪٿي اڏامي
باغي تي رنگ، گل ڪان پوپٽ بڻي اڏامي
ٽاريءَ مان گل ھوا ۾ ڪڏھين ڇٽي اڏامي
بوٽي ڪان خود جدائي ٽاري پلاند پنھنجو
توتي نہ حرف ساجن! جڳ ۾ نہ ڪوئي ڪنھنجو!

پربت تي جئن پوي ٿو سورج جو نور نرمل
نڪري ملڻ ندي سان ٿو آبشار اوجل
ساگر طرف نديءَ جي ڊوڙي تي ڌار بيڪل
ساگر جو جل ڪَڪَر تي پربت تي لڙڪ ھاري
مونکان پري تي، ساجن! سگھنديم ڪئن وساري؟

## * ڪڏهن ٿيندو جو...

برق ۽ ابر تي گڏ رهنداسين
شيام ڪلنداسين ڪڏهن رئنداسين
پريم ورونءَ انهي دنيا جي مٿان
ڪلي ڪلنداسين وري ڪلنداسين

مُٺي دنيا جون دڪايل جي دليون
تن جي دک کان ٿي دکي رئنداسين
هڪ ٻئي سان ٿي سدا هم آغوش
برق ۽ ابر تي گڏ رهنداسين!

## * سپردگي

پل چڏايو ھُن مَنکان گھر ساھہ سيباٹو، جتي
ڪلپنا چندن جي دونهي جٺَن متي چڙهندي رهيء
ڇا تيو جي پيڪو گھر اڄ ناھہ منهنجو گھر، جتي
ماءُ جي پاڇي ۾ گھاريم پنهنجي البيلي وَهي.

زندگي منهنجي سندس ٻانهن ۾ سوگهي آ جهليل
کهڙي چنتا؟ جي مصيبت سان پريل دنيا سجي
شيام، ڪيرائيندیون وڄ دنيا جي هر آفت متان
منهنجي وارن جون گھٽائون ڪاريون هڪ ٻي سان گسي!

چيٽ آهي ڪين آهي پوھہ؟ مونکي سُڌ نہ ڪا
زندگي يا موت جو ناهي مونکي احساس ڪو
هن جي نازڪ دل سان هم آغوش آهي منهنجي دل
ڌار هنجي ساس ڪان منهنجو نہ آهي ساس ڪو!

# * اها يي حياتي

اها يي حياتي جو ڳهندي گذاريون
اها ناهه فرصت جو ويهي نهاريون!
ڪٿي پير جتن نينگري چير چمڪي
اکين ۾ سندس مذ پري مرڪ چمڪي
چپن تي اها مرڪ آئي نه سنيران
سگهان ترسي ڪن واندڪائي نه سنيران!
اها يي حياتي جا ڳهندي گذاريون
اها ناهه فرصت جو ويهي نهاريون!

ڏسان ڪن ٻه ترسي ڏٺي ٽيڪ وڻ کي
جُهڪي گاهه چرندو هوُ ڳائين جي ڌڻ کي
وڃن گهنڊڙيون جتن ڪٿن ڪنڌ ڳايون
الا دل کي اِئن ڪيستائين سِڪايون!
اها يي حياتي، جو ڳهندي گذاريون
اها ناهه فرصت، جو ڪنهن ڏي نهاريون!

## * ليلا جي پشيماني

مُڙيس جائي وائي ڏسي  ڪيس  ايندو
مون سمجهيو ته ڏسندو اڇي اڳ جهليندو!
ڇُنيءَ ڪي ڪلهن تي ڊلو اِئن ڇڏيو مون
مون سمجهيو ته روڪڻ لي پڪ هُو ڇڪيندو!
وڌائي مون وڪ پاڻ اهڙي نموني
مون سمجهيو اُبهرو تي مون کي سڏيندو!
اڃا ڇو نه منهنجو اڇي اڳ جهلياٽين؟
ڇُنيءَ ڪي ڇڪيائين نه مونکي سڏيائين؟
رهيو تيو نه مون ڪان مُڙي مون نهاريو
وٺي ير ۾ "ڪونرو" ڏنم ڪيس ويندو...
مون سمجهيو تي ڏسندو اڇي اڳ جهليندو...

## * محبت

تڙڪي، ٿڙڪي، ڪنبي، تڙڪي،
ڪُلي، ڇُلي، ڇُلي، ڪِري
اِئين ڪري جئَن ندي ڇُلي
وڃي سمنڊ سان ملي جُلي!
اوءَ تڙڪي پر انگ نہ تڙڪيا!
اوءَ تڙڪي پر چپ تہ نہ ٿڙڪيا!
اوءَ تہ ڇُلي پر دل نہ ڇُلي!
اوءَ تہ ڪلي پر اک نہ ڪُلي!
هٿن ڇهڻ کان، اگيان اچڻ کان
اکئين ڏسڻ کان، ملي سگهڻ کان
دور گهٽو سوچڻ کان ڏُور
چڻڪ آ ڊِک تاري جو نُور!
دل سان دل جئَن "شيام" ملي
هُوءَ کِلي يا ڪنوڻ ڪلي؟

## * مدن

اونده! اونده!! ڇاجي دنيا؟
چمڪي ڀهرين نُور جي ريکا
چمڪي دنيا-ڏسندي اونده پير اُکوڙيا!
هيرون جاڳيون، جاڳي ڳائين
ڳائي "ماڏو" ڪي جاڳائين
گل ڦل جاڳيا-مون ٻه انهن سان گڏ ڪَرَ موڙيا!

پربت جي اوجل نهرن تي
نهرن جي چنچل لهرن تي
نرت ڪريان مان- ڏينهن سڄا، راتيون، پرياتيون!
پنڇي وانگر ويهي وڻ تي
وَس ۾ آڻ چاهيم وِس کي
جڳ تي ڇانيون- منڙيون منڙيون منهنجون لاتيون!

ڪُهسارن تي ٻوڙون پايان
تيز ۽ سنهڙي سيٽ وڄايان
ڪٿن نه منجهايان- ڌرتي ۽ آڪاس ٻنهي ڪي!
باک ڦٽي جهڳمڳ چوڏاري
بس هاڻي پريت هٿڻهاري
پهچي وڃي، جت- منهنجو سنهري جهنڊو ڦڙڪي!

هير کي ڏيري جاڳائيندس
آڏ ٻوٽيل گل وهسائيندس
وڻ ڏوڏيندس-- ۽ ماناري کي لوڏيندس
گونجي فضا ۾ اُٿندي يوُن يوُن
اک کوليندي ماکيءَ مکيون
مک مک کي ڏَسُ-انبن جي جهڳٽي جو ڏيندس!

ڍنڍ جي پرتي موج مچايان
خوش ٿي گل گل ٽيريون پايان
پر ۾ ”رتي“ پي- سوني چُني پريات جي پائي،
خوب منين جو مينهن وَسايان
سونهن وَسايان، نينهن وَسايان
ڍنڍ جي پرتان- جتَن ٿي اُڏامان پر ڦڙڪائي!

اونهاري جي موسم ۾ مان
هلڪي يا گهَري لاليءَ سان
سرخ ٻڻايان-وڻ کي، ڦل کي، گل کي اُپ کي!
روپي ڇيڙي تان بادل جي
گيت ڏيان آئي ڪوئل کي
خوش ٿي اُڏامان- پوپٽ جي رنگينُ پرن تي!

ڪومل سرخ ڪنول جي مکڙي
گل ٿي مون ليءِ سيجا ٻڌجي
ليٽي پوندس- سرد جي ڏسندس دنيا آهي
پريت پيالو جتَن ڇلڪايان
هنجون هاريان، مرڪون وسايان!
مونکي سڃاتو؟- ڪنهن کي ”مدن“ جي ڇُو سُڌ ناهي؟

## * سچن مندر

پنهنجي سچي نپٽتا کم آئي "وشو ڪرما"
تو واسطي رچائي مندر "مَدن پَوَن" سم،
سپ ڏن "ڪبير" چرخي سينگاري "شيام" ان کي
موهت 'رتي" ڏسي تي هي تنهنجو گهر انوپم؛

ان ۾ رهي سدائين آنند سک جو واسو
هر صبح شام رکيا ڪن انجي، ديوتائون،
ڪلمک، هميشہ توکي سنگيت، نرت سان ڪن
هُو "اندر لوڪ" واسي گندرو ۽ اپسرائون.

چاهين جڏهن سمهڻ تون ڏيئي منيون اکين تي
هوءَ نند سون ورني توکي اچي سمهاري!
چاهين جڏهن اٿڻ تون ڏيئي منيون چپن تي
ڦولن جي مرڪ ڪومل توکي اچي اٿاري!

## * رنگ رتي لهر

آءُ جاڳ سکي! ڇڏ ننڊ هينئر
ڏس نيڻ پٽي ڇا موج متي
سنسار ڦري ٿيو سونهن ڀري
سنگيت ڀري، آنند ڀري!

ڪئن چوچ وچان گلشن ۾ پکي
هڪ وڻ تان ٽپي ٻئي وڻ تي ٽپن
ڇا راند رمن، ڇا ناچ نچن
لاتين ۾ سندن آنند اٿي!

خوشبو جي وهائي لهر هوا
گل ٻوٽا لڏن ڇڻ لهرون لڳن
آءُ وهه ۾ دليون وهنديون ٿي وڃن
جا لهر اٿي سا رنگ رتي!

ڪالهوڪي گهڙين جي سار ڪٿي
نوراني سيان جا خواب ڪٿي
هي ننڊ ڀريل ياري ۽ جهڪيل
اکڙيون ته متي ڪنهن روپ رتي!

## * جمنا جل پرن

جوين جي ٻار هيٺ هلي جڏهن ڪا سندري
برج بن ۾ هير صبح جي ڏيري گهلڻ لڳي،
جمنا ڪناري شيام وڄائي تي بنسري
هر لهر ۾ امنگ جي گنگا ڇُلڻ لڳي!

چا ٿار چا خمار سندس هر نِهار ۾
گهنشيام جا هي نيڻ نشيلا ڪِ پوئين رات!
سپنن جي سونهن سانت چڙهاو ۽ اُتار ۾
آلاپ بنسري جا رسيلا ڪِ پوئين رات!

سنگيت، سونهن، جل جي تربيٽي وهي پئي
گهاگهر پرڻ سکيون ويون، آيون اکيون پري!
بي سرت آهه سرت، ڪو سرجيت ڪئن ٿئي
ورنن عجيب ڀاوَ جو، ڇَو، ڪير ڪئن ڪري؟

## * پوپاڙي

وڻن جي سبز ۽ سرهن پنن جي ڇم ڇم ڇم
رهي نہ تازگي آخر ڇٽي تيا ساٿا؛
تريو تلاو ۾ جوڙو سفيد هنسن جو
اکيون ۽ ڇهنبون ملاياٺون، پريت پاتاٺون؛
سنجها ٽيڻ تي سميٽياٺون جشن جيون جو
رسيلو پويون حياتيءَ جو گيت ڳاتاٺون؛

نهار اُڀ ۾ ستارن لڳائي ڇا رم جهم
ڇٽي زمين تي تيا ڏير گل جي ڪوماٺا؛
فضا ۾ گونججي مائي ٽي هنس جي پڻ لات
يلي وڄاءِ هينئر شنک موت جو، اي رات!

## * پرڪرتي ۽ پاش

ماتا، پتني ۽ ڌيءُ بڻجي پرڪرتي نت پيار لٽائي،
پٽ، پتي ۽ پيءُ بڻجي نت پرش وٺائِس پيار ٿُي پائيءِ
پرڪرتي جو هانءُ اُڪاسي،نيڻ پرش جا پياسا پياسا،
جنم اڳڻ ونندي پي سگهندا،پيار لٽائي،پياس بجهائي؟
راڻي جي تي مومل پنهنجي،پنهنجو لوريءَ ڪي جام ڪيو
پر حسن کي اپنائڻ جي، جا هئي عشق کي آس اڃا نہ مِٽي!
پرپور ڪَلس سيڻ جا ۽ سرشار پيالا نيڻن جا،
پٽَندي پٽَندي جُگ گذري ويا پر عشق جي پياس اڃا نہ مٽي!

## * وقت، او جوڳي!

وقت، او جوڳي، بين وڄائين
بين وڄائين، رمز آلائڻ
رکي چپن تي بين فنا جي
وقت او جوڳي، سدا وڄائين!

پري هوا سان مِٺُون ۽ ڇاتي
ڦوُڪي بين وڄائين، سائين!
هيٺ مٿي سُر لاهين چاڙهين
تال ملائي لهرو لائين!

هي جڳ آهه وسيهر وانگر
پر نہ انهيءَ کان ڪو ڪؤ ڪائين،
مُرڳو مَندبُ مندين سو سر ۾
مست بڻائي جيءُ جهومائين!

مستيءَ ۾ جڳ سارو جهولي
سُڌ بُڌ پنهنجي تون بہ ڀُلائين
بين فنا جي رکي چپن تي
وقت، او جوڳي، سدا وڄائين!

## * ڳھڙو پيءُ ته چاهي

ڳھڙو ته آخر هرڪو پڇندو!

سنا ڪِي سادا ڳهڙا ڳهٽيءَ
هڪ هڪ تي بس ڀڳا سيئيءَ
بڇيو پڇڻ ڪان ڪونه اڳي ڪو
۽ نه پڇڻ ڪان هاڻي بڇندو،
ڳهڙو ته آخر هرڪو پڇندو!

اُس ۾ جرڪي نيرُ ندي ۽ جو
جڻڪ ڳهڙي ۾ نُور پوي تو،
تون ٻه آڇي يَرِ، پڳو ته چاهي
روشن لهرن ساڻ ته لڳندو!
ڳهڙو ته آخر هرڪو پڇندو!

## ڏسار

مڏ ڪوش ۾ سمائِي سا مستيءَ ڀري مهڪ
جيڪا بهار ۾،
ماڻڪ ۾ ٿي سمائي سموري چمڪ دمڪ
جا ڪوهسار ۾،
موتيءَ ۾ ٿي سمائي سڄي جوت ۽ جهلڪ
جيڪا منار ۾،

مستيءَ ڀري مهڪ
ساري چمڪ دمڪ
سڀ جوت ۽ جهلڪ

انهيءَ ڪان بہ سرس ڪِي
ٻن مرڪندڙ نفيس چپن ۾ ويُم مِلِي!
دنيا ڪان جو ملي نہ ها ساري ڄمار ۾
اي روپ لڪشمي، تو ڏنو هڪ نهار ۾!

## * مـذر هيڪاند

ملائي ڳل اسين بيئا هتّاسين آرسيءَ آڏو!
خوشي دل ۾، چپن تي مرڪ، نازڪ نينهن نيڻن ۾،
ڏنوسين آرسيءَ ۾ پئي اسان جو عڪس روشن هو!

مون سوچيو پئي تہ سا ڪيڏي نہ هوندي پريم جي مستي
انوپم روپ ڌاري آرڌناريشور جو شو شڪتي
مذر هيڪاند جو آنند تن آنيؤ ڪيو هوندو!

## * سنجوڳ

پريہ ساجن! يا هئين هڪ خواب تون
جو وڃايو هوم ڪاري رات ۾،
يا ڪا ڏنڌلي آرزوُ بيتاب تون
جي ڪنبي پئي چمڪندڙ پريات ۾.

اڄ سچو سپنو ٿي آئين روبرو
اڄ تہ ڳر لائي ڏيان توکي مٺي،
توکي پاتم منهنجي روشن آرزو!
ڪنهن نہ تو جهڙي مٺيا سچ ۾ ڏٺي.

## * دل جو وشواس

مڏ پريل نيڻن سان پنهنجي تون پيار
مان به پنهنجي پياسي نيڻن سان پيان
پنهنجا چپ هيڪر چپن منهنجن تي آڻ
پوءِ ڏس امرت به جي پلجي گهران
آهه دل پياسي نه ڪر پياسي نراس!

تنهنجي لءِ آندا آتم هي گل به چار
دل جو ڏس وشواس جنهن سان تو ڏيان
پراڻ پائيندا جي ڪٽنديئن واس ڪاڻ
ڪين اِئن سُرهو ڪنديئن سچ تو چوان
۽ منجهن رهندو نه رهندو تنهنجو واس!

## * اُهي اکيون

شيام، منهنجي روبرو
مون ۾ مکڙين جي وچان
شاعريءَ جي آرزو
سونهن، ڪومل ياوَ جان
ٻاهران ڪلهه باغ جي
مُرڪندي ويئَي لنگهي!

اوچتو اڄ گهر وٽان
ڪيس ويندو مون ڏٺو
ڪَئَن نه هڪ ئي گهُور سان
دل کي هن گهائي وڌو
ڇا نه سي سهڻيون اکيون
جن کي ڳولن ٿيون اکيون!

## * نــاز

سونهن تان صدقي وڃان
ان ناز تان صدقي وڃان!

روپ راڻي اڄ اڱڻ مان گــل چُني آئي ڪٽي
آرسيءَ آڏو بيهي ان گل کي چوٽي ۾ هٽي
جهٽ لڳي مون کان پڇڻ:
چؤ ڪير گل؟ هيءَ ڪِينَ مان؟
ان سونهن تان صدقي وڃان!

مون چيو گل آهه گل... ان تي اچي اٿَن ڪاوڙي
گل ڪڍي چوٽي منجهان ۽ مهٽي هڪ هڪ پنکڙي
جهٽ لڳي مون کي چوڻ:
هان! مان تي وارن ۾ رکان!
ان ناز تان صدقي وڃان!

## * بي فڪري

پل ڇڏايو هن اُهو گهر ساهه سيباٺوِ جتي
ڪلپنا چندن جي ڏُونهين جا متي چڙهندي رهي
ڇا ٿيو جي پيڪو گهر اڄ ناهه منهنجو گهرِ جتي
ماءُ جي پاڇي ۾ گهاريم پنهنجي البيلي وهي!

زندگي منهنجي سندس ٻانهُنِ ۾ سوگهي آ جهليل
وقت جون لاهيون ۽ چاڙهيون جي ٻٽيون اوکيون تہ ڇا
هٿ جهلي هڪ ٻئي جو قابو ڌيرج ۽ وشواس سان
همقدم ٻئجي پهاڙي پنڌ پنهنجا جهاڳيا!

پوهہ آهي، چيٽ آهي، ڇاهي؟ مون کي سڌ نہ ڪا
سيءُ جو، سرهاڻ جو ناهي مونکي احساس ڪو
هن جي نازڪ دل سان هم آغوش آهي منهنجي دل
ڌار هن جي سواس کان آهي نہ منهنجو سواس ڪو!

## * زال اڳي پوءِ زال

پيڪي ويئي پياري سونهن، سونهن نجوئي نينهن،
رس چُس واري ناهه ورونهن، ڇا ته وڏي پيو ڏينهن!

چهرو سڄ جان پيو ٻهڪيس، مشڪي منهن تي چيٽ،
جسم گلن جان پيو مهڪيس، چيٽ ۾ مهڪي ڪيٽ!

سونهن الولڪ ۽ ٻي لوڏ، نيڻ حيا ڪان هيٺ،
ديوي! ڪيان ڪئن توسان ڪوڙ، ماڻهو آهيان نيٺ!

شڪجي جيئن وڏائين ٻانهن، لڄ ڪان مڪڙو لال،
چوريءُ ڪئن نه ڏسين مون ڏانهن... زال اڳي پوءِ زال!

## * ڪمل ۽ ڪماري

ڏس ڪمل کي آب ۾
جنهنڪري بڪي هي آب
ڏس شگفته هر ورق
ان جو آهه عطر بيز!

حسن ڏس شباب ۾
جنهنڪري بڪي شباب
هر ادا سندس بحق
شيام آهه نغمه ريز!

## * سامهون جو ٽڙيو گل هو

ياڪر ۾ مون کي گهيري
وچ ۾ نہ رکي ويچو
مشڪيائين، ڏنائين پڻَي،
ڳالهيون بہ ڪيائين پڻَي،
دلداري ڏنائين پڻَي،
سامهون جو ٽڙيو گل هو!

## * توکي سمجهي نہ سگهيس

ڪڏهن پي ڪين پُوري ريت مان سمجهي سگهيس توکي!

ڏسي ڏوران ئي مقناطيس وانگر بس چڪين مونکي
وڏي جٿن مان اچان ويجهو ڇهڻ ئي ڪين ڏين مونکي!

چوين ڪڏهين تہ مان آهيان فقط تنهنجي فقط تنهنجي
چوين ڪڏهين تہ آهي ڇا، ڇڏيندين پي پڇر منهنجي؟

خوشيءَ ۾ جي ڏسين مونکي تہ چيڙائي رڳارين تون
ڏکارو جي ڏسين مونکي کلائين دل ڏُتارين تون!

بتي باريان اکيون پُوري چوين:مون کي نہ تي گهرجي
وسايان سا تہ جهٽڪين: ڪٿَن تي اُونداهي وٺي توکي!

اڳيان وڌندو وڃان تکڙو چوين: منزل اچي ويئي
اچا بيهان چوين: تورو ئي باقي پنڌ آهيئَي!

ڪڏهن پي ڪين پوريءَ ريت مان سمجهي سگهيس توکي!

## * سو رڻُ

شيام، ايندڙ چيٽ جي درين منجهان
ڦهڪندو تو ڪيت جيوت جو ڏسان
ڇا نہ هن موسم جو آهي رنگ رُوپ
پوهہ جا پارا وساري تو وهان!

ڪرشڻ پک ۾ چيٽ جي شب راتڙي
ڏاڻي پاسي ۾ سمهيل مدرا ڪشي
پريم ٻج ۾ جا ڪلِي نندڪاڙِي
ڏيري جاڳائي رهي ان کي مني!

پوهہ جي هڪ سرد ڪاري رات جو
وقت هوندو منهنجي لءِ فڪرات جو
بس ٻڌڻ ۾ ايندو چنتائن ڪندي
اوچتو ڪنهنجو رڻ پرڀات جو!

سو رڻ، جو رنج ۾ راحت ڏئي
ڊرڪندڙ هن جيءَ کي جيوت ڏئي
پنهنجي هستي ساڻ هن سنسار ۾
منهنجي هستيءَ کي سچي عظمت ڏئي!

## * اوسيڙو

شام جي وعدي ڪرڻ وارا آءُ
تا ٻڌن هڪ ٻئي پنيان تارا آءُ
چاتي ڌڙڪي ٿي الائي ڇاڪان
تو هينيون هاڻ ٻڌي پيارا آءُ!

ڇا لهي دل تان وئي ڳالهه آٿس؟
ڪنهن ته اهڙي نه ڇئي ڳالهه آٿس؟
مان نه ڄاڻان ته نه آيو ڇا ڪان،
ياد شايد نه پئي ڳالهه آٿس!

بس اجهو ڇاڻ اجهو باک ڦٽي
هن جي وعدي تي ڏئي سج نه ڪلي،
پهر پوئين جا تون ٿي چنڊ! چوينس
رات باقي رهي آهي ڪا گهڙي!

هن بنا رات اِئين خام وئي
آس پڻ هاءِ، تي ناڪام وئي،
باک ڦٽندي ٿي لڙي لڙڪ پيا
آس پوئين ٻه ٻڌي شيام وئي!

## * ڇا وري ڪڏهن به نه؟

اِئين ئي ديوآر تي رکئَي، هاءِ
چنگ کي هاڻ زنگ لڳندِي،
۽ منهنجي گهر ۾ اها لڳاتار ماٺ رهندي؟
۽ هڪ وهاڻي تي ليٽندي، نيٺ
وار منهنجا سفيد ٿيندا؟
۽ شمع هڪڙيءَ جي ئي اُجالي ۾
سونهن منهنجي ٿي ويندي ڏنڌلي؟
ڪڏهن به هن بعد، ڪانڌ! منهنجي
اڱڻ ۾ ڪرهو اچي نه ٻَڌنديِن؟

## * در کليو پيو هوندو

عمرا مون لاءِ ور جو گهر ٿيو ماڪيءَ جو مانارو
ڪڙا ڪل عيش ڪوٺن جا، منو مون لاءِ گهر منهنجو!

وڇائي ريشمي چادر پٽاري پنکڙيون گل جون،
سمهان ڪئَن سيج تي، جڏهين سمهي واريءَ تي ور منهنجو!

وسيل ڪکرن جيان، چيليون ۽ ٻڪريون ٻوڙنديون هونديون
سويرو جهنڊ ساهيڙين جو هوندو منتظر منهنجو!

ترائيءَ جي ڪنڌيءَ تو هر، ڪجاوا ايئَن ڏاچين تي،
ڪڏهن ٿيندو مٿن ڏهرن مان ور سان گڏ سفر منهنجو؟

پريم پئَي پرت پنهنجي ڪنجريءَ تي سٽ ۽ ڪاوَن سان،
سڏيندو پوٺلو هوندو، سئَي، ڏاچو ۽ ڏر منهنجو!

سهيلين جي سڏن تي تر تڪڙ ۾ ٿي اُٺي نڪتس،
ڪڙو پڻ مون ڪٿي پاتو.ڪليل هوندو سو در منهنجو!

ڪنڍيون ڪرڙيون ڇا چونديون من ٿي من هونديون.لڄي هونديون
اُهي راهون، جتان هر روز هوندو هو گذر منهنجو!

## * سکيون آيون اکيون پيري

جوڀن جي ڀار هيٺ هلي جڏن ڪا سندري
مٽين ۾ هير صبح جو ڌيري گهلڻ لڳي،
جمنا ڪناري شيام وڄائي ٿي بنسري
هر لهر ۾ امنگ جي گنگا ڇُلڻ لڳي!

ڇا نار ڇا خمار، سندس هر نهار ۾
گهنشيام جا هي نيڻ نشيلا ڪ پوئين رات!
سپنن جي سونهن، سانت، چڙهاءُ ۽ اُتار ۾
آلاپ بنسري جا رسيلا ڪ پوئين رات!

سنگيت، سونهن، جل جي، ترويٽي پئي وهي
گهاگهر پرڻ سکيون ويون، آيون اکيون پري،
جيَ ۽ ڪنهنکي نہ جهان جي سڌ بڌ ذرا رهي
ورنن انوپ پاءُ جو، ڇوُ ڪير ڪڏن ڪري؟

## * شرد پونم

سهائي شرد پونم آهه ۽ جمنا ڪنار آهي!
هوا متوالي ڪٿَن هلندي ٿي ڪک پن تان بہ تابڙجي
يلا مذبن ۾ ڪو آيو نہ جنهنکي ٿيو خمار آهي؟

گگن مان چنڊ اُجلي روپي لُڪڙي ڪيس آ پاتي
بکي ٻهه ٻهه پئي جمنا جي ڪومل نيلمي ڇاتي،
سڀاجهي سانوريءَ سان چنڊ جو ڪيڏو نہ پيار آهي!

هوا جي جهوٽي جهوٽي تي چڙهيو سرهاڻ جو جادو
گلن ٻوٽن جي رنگن کي لڳو چانڊاڻ جو جادو
اکين تي ڪٿَن نہ ڇانيو ننڊ ۽ نيراڻ جو جادو
نظارو اڄ تہ چانڊوڪيءَ جو ڪيڏو دل ڏتار آهي!

اچانڪ ڪنج بن مان ڪن پوي آلاپ بنسيءَ جو
فضا ۾ رات جي سو پيار جو آلاپ گونجي ٿو
انهيءَ آلاپ ۾ آهي اچڻ جي لاءِ سنديشو
سٽي ساجن جو سڏ آهي ڪا، جنهن کي گهر منو لڳندو؟
هتي ڪهڙو قرار ايندو، هُتي دل جو قرار آهي!

## * ائين چو؟

مون کان ڀــ لڪائيــن ٿــي؟
دل ۾ ڪــِي آوس آتــشي
چــو ڪــيـن ٻـڌائيـن ٿـي؟

ڪِٿ مرڪ مٺي تنهنجي؟
اڳ هـٺَن تــہ نــہ ويـڳاڻـي
مـون شـڪـل ڏٺي تنهنجي!

لـڄ ۾ چــو لــڪيـن پيٺَي؟
هنجُــون چـو ائيــن هـارين
ڪـنهن لءِ تــہ سـڪيـن پيٺَي؟

پـڻ پـڻ هي سنهي تنهنجي
ڪَــنَ ڪَـيـنَ ڪـٺـي ٻـڌنـدا
پــر دل تــہ ٻــڌي ونـنـدي!

## * اڇرج

جهرمر تارن جي ڇايا ۾
هڪ مڪڙي جيون پائي ٿي
وڻ جي بي ترتيب پنن جي
ڪڙ ڪڙ ان ڪي هيسائي ٿي
سنهڙا ڪندا اُيري چينس
جي لڄ ڪان سر نئڙائي ٿي
چپ چپ تارن ڏانهن تڪيندي
سُور سيئي سهسائي ٿي
تنهن هوندي پڻ اڇرج آهي
صبح ٿيڻ تي مسڪائي ٿي!

## * آرسيءَ سامهون

ملائي ڳل اسين بيٺاهئاسين آرسيءَ سامهون...
هئي پاڇن لڙي جي مهل، اُپ ۾ سڄ بہ چمڪيو پئي،
خوشي دل ۾، چپن تي مُرڪ، گهرو نينهن نيڻن ۾
ڏٺوسين آرسيءَ ۾ پئي، اسانجو عڪس ڀڪيو پئي!

ملائي ڳل اسين بيٺا هئاسين آرسيءَ سامهون...
اکين ۾پيار جي ڀرين ڏهاڙن جي چمڪ آئي،
لٿو هو يا چڙهيو هو سج سمڪ ڪائي نہ تي پيئَي
هئي نظر ۾ جوين جي اجاڻائي ۽ اوُڻائي!

ملائي ڳل اسين بيٺا هئاسين آرسيءَ سامهون...
نظر عڪسن تان اُڏندي وقت جي اُن ماڳ تي ويئي
جتي ايندڙ سيان جي صبح جو پرڪاش سونهري
ائين ڦهليو، اسانجي شام سوني شام تي پيئَي!

## * رات جي انڌيري ۾

رات جي انڌيري ۾ ڪير پيو تڪي مون کي؟
چمڪندڙ نگاهن سان
ڪو نہ تو تڪي مون کي!

رات جي انڌيري ۾ ڪير پيو سڏي مون کي؟
بار بار دُوريءَ تان
ڪونہ تو سڏي مون کي!

رات جي انڌيري ۾ ڪير پيو ڇڪي مون کي؟
پاڻ ڏانهن حجت مان
ڪو نہ تو ڇڪي مون کي!

رات جي انڌيري ۾ ڪير پيو ڇڪي مون کي؟
ڪنهن پراڻي واقف جان
ڪو نہ تو پڇي مون کي!
رات جي انڌيري ۾ ڪير پيو ڇڪي مون کي؟
ڪير پيو ڇڪي مون کي؟
ڪير پيو سڏي مون کي؟
ڪير پيو تڪي مون کي؟

# آزاد نظم

## ▮ ساڳي لات

ها، ڪيترو
جنهنجي ڀُڏي عرصو ٿيو
آهي عجب، آئي نہ تر جو فرق ڪو
هڪڙو پڪي اج هُوبهُو ساڳي تنواري لات ٿو!

هن ئي ٻنيءَ تي ايندي مون ڪي سال ڏهہ يارنهن ٿيا
هاري اُهو،ساڳي ٻني، سوُنهين بہ سا
ساڳيو سِرنهن، نمہ پيي اها
مت ست نہ ڪا!

ليڪن پکي
هيءَ لات تي جنهنجي مٺي
آهي اهو ساڳيو اڳوڻو ڪينڪي ؛
ها، هُو تہ ويو ڪنهن چيٽ گذريل ساڻ گڏ معدوم ٿي!

## پهرين ۽ پوءِ

پهرين پوپٽ جي مٺي....
سمجهہ توکي ڪا ذري سُڌ ناهي
منهنجو منهن، غنچو سنڌءِ
پنکڙين ساڻ سٽيل ڪئَن آهي؛
هِت مِٺي هُت مِٺي جٺَن جاڻ پويم
ڪوئي آهي جو مونکي تو چاهي،
۽ پوان لال! تڙي....

پؤنر جي پوءِ مٺي....
سمجهہ ڪنهن ڏينهن ٻپهريءَ جي وقت
آئين گنجار ڪندو
واري وٺينم اچي دل جو تخت،
آنءُ گل ڪئَن ڪري اِنڪار سگهان
رس پيڻ وينين تيو سورج است،
مان بہ ڪوماڻل گل......

## ■ ڪهڙي آئيني ۾؟

منهنجي صورت هيءَ نہ هُئي،
خاموش
ڏڪاري ههڙي
ههڙي سنهڙي!

منهنجا نيڻ تہ هي نہ هئا،
ويران

نہ جن ۾ چمڪو
يا ڪو سپنو!

هي چَپ پنهنجا ڪين هُئا،
هئَن تلخ
شڪايت وارا
نفرت وارا!

هي هٿ پڻ منهنجا نہ هُئا،
ڪمزور
نَسُن نيربن سان
خالي رت کان!
هيءَ پنهنجي دل ڪٿَن سمجهان؟
يَئَہ پيِتِ
ذرا سوچڻ کان
شڪل ڏسڻ کان....

مونکي لَڪَ بہ نہ پيئي
سچ پچ،
ماڻ ميٺ ۾ تيندي تيندي
هيڏي تبديلي ٿي ويئي،
ڪهڙي آئيني ۾
منهنجي اصلي صورت
گم ٿي ويئي؟

## ■ جنڻ ڪان ته چڻو

موڪل. ڪنات پليس وڃڻ جو هُئُم خيال....
آزاد مارڪيٽ. بس اسٽاپ. انتظار.
ان وقت ڪنهنجي ارٽيءِ اڳيان پٺي ڪجهي وٺيءِ
ڪوئي ٻُڍو مُئو هو جو گڏ ٻئنڌ پڻ هئي.
بيٺو هو منهنجي پير ۾ اسٽاپ تي جو ٻار
جهٽ ان جا پير ٻئنڊ جي ڏن تي ڪڇڻ لڳا.
بيٺا هئا جي شخص اُتي
پاٹمرادو مشين جان
پرٽامر لاءِ ڪن ۾ سندن هٿ جوڙجي ڪڇيا.....
(بس جي اچڻ جو آيو آواز ايتري ۾)
بس وٺ چڙهڻ لاءِ سڀ ڏُڪي ڳاهٽ اچي تيا.
هيءَ پيچ پيچان جي زندگي
هيءَ زندگيءَ جي پيچ پيچان،
ڏيٺو پوي تو اُن ڏي ٺي هر وقت سارو ڏيانُ!
بي سُود بي نڪاٹي ڪشاڪش حيات آهه
جاڪوڙ هيتري
۽ ڊڪ ڊوڙ هيتري
هَڻ پَٽ ڪري ڪري ته بدن ٺي هجيو پوي
ڪنهنکي تو سُک ملي؟ يلا ڪهڙو تو سُک ملي؟...
هيڪر وري به ارٽي نظر آئي بس منجهان
ڪنهن سرد آهه هڪ يري پُڻ پُڻ ڪندي چيو:
”پَل سرگ ڏي وڃي نه وڃي
جنڻ ڪان ته هي چڻو!“

## سمنڊ ڪناري

هيءُ منهنجو جيوُن!
سمنڊ ڪناري چمڪي ريت
طرحين طرحين چِٽ چِٽجن
لهر لهر سان مِٽجن!

هيءُ منهنجو آواز!
سمنڊ ڪناري پورو شنڪ
واءُ لڳڻ سان گُونجي ڏُن
لرزي سوز ڀري سُن!

هيءُ ئي منهنجو ڀاڳ!
هيڏو سارو سمنڊ اَجهاڳ
نيڻ نهارن نِت هُن پَر
هِن پَر ويسر ويسر!

## ■ مومل مومل

هڪ مومل
ڪنهن بہ ڪاڪ جي ماڙيءَ تي ڏسبي
ڪوئي بہ راڻو جنهنڪي
پائي، ماڻي، چڏي سگهي ٿو.

بي مومل
مومل ئي آهي
جنهنکي پائڻ محض خيال
جنهنکي ماڻڻ خالي خواب
جنهنجو تياڳ نہ ممڪن
هوءَ تہ آهي
مومل مومل!

## ▪ پر مان پڇي نڪتس اُتان

منهنجو دشمن ئي تہ هو
هي ڪٿان آيو جو منهنجي پر ۾ هتّن بيٺو اچي؟
ڏند ڪرٽي، چپ پڪوڙي، شوخ نظرن سان
سندس مُنهن ۾ نهاريم منٽ لاءِ،
بس، پوءِ منهن ڦيري ڇڏيم.
پر تڏهن ٻي هُو نجس ٻڌجي اُتي بيهي رهيو
۽ هتّن لڳو مونکي چوڻ:
”ڪنهن ڏهاڙي
بس جڏهن هي دؤر ويندو ختم ٿي
۽ اسان وٽ ڪا بچيل بارود جي گولي نہ هوندي
جيڪڏهن هوندي بہ ڪا
تہ بہ هي ٿتيل هٿ
انکي ڇهڻ جي لاءِ بہ ڇُرندا ڪينڪي- پوءِ
پاڻ کان شايد پڇون آخر لڙياسين ڇو پئي؟
۽ نہ ڪوئي اُن سمي ڪارڻ ڏسي اُن جو سگهون!
هڪ ٻئي کي ٿي ڏڪاريوسين
اها پڻ هڪ پرولي ٿي پوي!“
اِئن چئي هُو
منهنجي واتان ڪجھہ ٻڌڻ جي آس ۾ بيهي رهيو
پر مان پڇي نڪتس اُتان
ڇو تہ ترسان ها جي ڪجھہ
پڪ گلي لايان ها کيس.

## واريءَ پريو پلاند

رڻ جي هيءَ خاموش فِضا
واري واري چوڌاري
واري سڪٽي واري
نِرجَن ريگستان
هتي وڻ ٽڻ جو بس نانءُ نہ ڪوئي
ڪونہ پکي پي ڏسجي اُڏندو
ليڪن
منجهند جي تتهڻ اُس ۾
ڪٿڻ لهرائيندي هڪ نهر هلي ٿي
روشن نهر
بَکي ٿي جنهنجي هڪ هڪ لهر
اچانڪ واريءَ ۾ جڻ پراڻ پوي ٿو....
هڪ البيلو ريگستاني
بُڪ پري واريءَ جا
وِيتو
پنهنجو ڪٿن نہ پلاند پري
گويا روشن لهرن جو منظر ميڙي ان ۾ ڪٽندو!
ٽيندي ٽيندي سج بہ لڙيو
تابش بہ گهٽي
رڻ جي خاموش فضا
چوڌاري واري واري
سڪٽي واري ٿي واري!

# ■ منـڙي!

منهنجي ڪوتا جو
ڇا روپ ڏسي پرمائيـنءَ؟
ڪيئَي سندر چهرا
تن مان جهاتيون پائن پيا،
پر پوءِ بہ تون شرمائينءَ ڇو؟
هر چهري تي نڪريل
تنهنجي دل جا ياؤ تہ هئا.
نيڻن ۾ هئي
تنهنجي ممتا
تنهنجي پريت جي گهرائي،
چند چند ۾
تنهنجن نُورن
تنهنجين چُوڙين جي جهنڪار هئَي!
صبح جو سنيري گهر مان نڪران
آفس ڏانهن وڃان مان
آفس مان تي پيڙ ۾ پٽڪي
سانجهيءَ جو گهر موٽان
توٽي ڏٺم سؤ صورتون سهٽيون
وات تي ايندي ويندي
ليڪن هي هئو صرف تماشو
منهنجُي موهہ مَئِي! جئَن
منهنجن ٻانهن ۾
تئن منهنجن گيتن ۾
تون ئِي، تون ئي، تون ئِي!

## ▪ پر پوءِ بہ

ديوار،

وڻ جي ڇانوَ

بس اسٽاپ،

شاهراهہ،

هر چيز ائين تہ اڄ بہ اڳي جان لڳي پئي،

پر پوءِ بہ

ڪجهہ آهہ

جو

اڄڪلهہ هتي نہ آهہ!

# سانيٽ

## ▲ ڏاتار

عطا ڪرينم نظر سا ڏسي سگهان جنهن سان
ستا جي تجلي سدائين دنيا ۾،
جڳهه نہ اهڙي ڪا تنهنجو نہ نورُ جنهن جا ۾،
هٽاءِ جهل جو پردو هيُ منهنجي اکڙين تان؛
سرن جي ڪاج جڳت جا تہ سڀ سرن تومان
چڙهي تي تنهنجي ڪرم جي ئي وِير دريا ۾
وسي تي تنهنجي ڪرم جي ئي بوند صحرا ۾
ڪکر جيان تون جدا باغ کان ۽ برپٽ کان:

نہ چيز ڪابہ نندي، تُنهنجي سڀ وڏائي تي
وڏائي تنهنجي عيان آهہ ڪوهسارن ۾
هزار رنگ مٿي تي چِٽي ستا تنهنجي
جڳي تي تنهنجي ڏيا جي جوت تارن ۾
جي آهہ ڪوبہ نيارو مقال کان، تون ئي!
جي آهہ ڪوبہ مٿاهون خيال کان، تون ئي!

## ▲ سوال

پلاءِ، پوَنءِ کي ڏيئي ملهار جي نعمت
تہ ڪوئلن جي سڙيل دل سندي اُسات لهي
سُواتي بوُند بنان سِپ نہ ڪا نراس رهي
۽ پاڻي پاند ۾ تورو منار جي دولت!
اکين کي گهوٽ جي سندر ڪنوار جي صورت
سدا ڪنوار کي ور جوئي پيار بخشي ڏي
نصيب شل ٿئي سپنن ۾ محو جوڙي کي
سنيهہ، سونهن ۽ جوين جي خواب جي راحت!

هجي ڪو انگ اگهاڙو نہ ڪوئي پيٽ بکيو
رهي نہ ناءُ هتي منگتي ۽ داتا جو
رُلي ٿئي نہ متي ڇانوَ لاءِ ڪوئي ڏکيو
رهي وطن تي سدا سايو تنهنجي ڪرپا جو!
سين جو مرڪي پيو منهن نہ ڪو اُداس هجي
اکين ۾ آس، دلين ۾ سدا هلاس هجي!

## ▲ ڪلي ٽي پاڻ ٽي گل

چمن ۾ ٻوٽي جي هڪ لام تي پنن هيٺان
پرهه جي هير کان وانجهيل هئي ڪلي هڪڙي
اِنهيءَ ڪري سا ڪلي اڻ ٽڙيل رهي، نہ ٽڙي
اجاڻ گل جي هئي سهڻي رنگ، خوشبو کان؛
انهي ٽي ٻوٽي ۾ ٻي شاخ تي اڳئين جي مٿان
عجيب حسن نزاڪت سان بيٺو ڦول کِڙي
مذوُ مکيون، ڪجهہ پوپٽ، ڪي ڀونر آيا مڙي
ڏٺو ٽي ڪئن نہ ڪليءَ بار بار حيرت مان!

چڏيو ڪليءَ کي ڪري مست، رنگ بُو گل جي
رڙهي رڙهي، وڏي پيرن ۾ گل جي پوءِ جهڪي
ڪيائين عرض تمنا، تہ مرڪي ڦول چيس:
”ڪيو ڪليءَ کي وياڪل چو آرزوُ گل جي؟
”پرهہ جي هير جو جهوٽو بہ ڪائي ڏس تہ سهي!
”ڪلي ٽي پاڻ ٽي گل، بيقرار گل چو ڪَيُس؟“

## ▲ سنڌو ساگر

هماليہ جي مسرت جا مجسّم ٽهڪڙا، سنڌو!
ٻهاريءَ جا سدا من ڀاوندا انمول آئينا!
تون ٿي وادين جي عظمت ۽ پرندن جي مڌر وينا
جڳت جي آد جنهن سان روح تنهنجو سا اُشا، سنڌو!

تنهنجي لهرن سندي لس ليٽ آهي چانہ لاثاني
مثل دل کي جياري کن ۾، تنهنجي امرتي ورکا؛
نظارو سرڳ جو تصوير تنهنجيءَ مان ٿئي پيدا
تنهنجي هر لهر تي ڪنهن اپسرا جي چٽڪ پيشاني!

تنهنجون لهرون، ڪٽوريون يا، پريل وحدت جي مڌرا سان؟
”سچل“ ۽ ”شاهہ“ جي محفل جا اي روح روان ساقي،
رهي شل تنهنجي رحمت ۽ محبت جي نظر باقي
خوشي رهواسين جي، ملڪ جو نالو ٻَڌي توکان،

مجسم فيض تي آئين، ڪرم ڪيڏو ڪرين سنڌو!
اپار آنند سان نت سنڌ جو هردو ڀرين سنڌو!

## ▲ فرصت غنيمت

گلن جو هارو، صراحي ٻہ وچ ۾ آهہ رکي
اڪيلي سر ٿي پيان جي نہ آهہ همہ صحبت
پيو جي ڪين، ڏيان چنڊ کي ٿي ٿو دعوت
اُهو ۽ مان ۽ سندمہ پاڇو، ٽن جي محفل ٿي...

وجود پاڇي جو کھڙو، وٺي نہ چنڊ چُڪي
مگر وڃائجي کھڙي طرح هٿان فرصت؟
پِيو پِيو هلي هلندي بهار ڳچ مدت؟
ڏنائون جهڙي ٻہ صحبت اها قبول ڪبي.

فلڪ تان ٽٽڙي ٻڌي چنڊ جئَن ڪلان ڳايان
نچان تہ پاڻهي مون ساڻ گڏ نچي پاڇو،
ائين انهن سان پيئڻ وقت پاڻ ونڊرايان
پيئڻ کانپوءِ سين جو جدا جدا رستو.

۽ سين- لوڪ ۾ گڏجون وڃي وري جيسين
اننت شانت ۾ بس ٿيئي گمہ رهون تيسين!

## ▲ سندري

ڳڌجندي ٿي جا اُڪنڊين جي چپن تي ٿي نچي
سون ورني نار! تون آهين مِٺي ان مرڪ جان،
موڪلائيندي اُڪنڊين جي اکين ۾ جو اچي
تون نفيس آهين سراپا اي مٺي ان لڙڪ جان!

ننڊ جان نيڻن کي وس تي تنهنجي سندرتا ڪري
چا نہ ان آڌو پکيڙيو رس ڀڏل سپنن جو چار،
سرس چنچل دل ۾ هڪ احساس آلس جو پري
چانئڃي هر انگ تي راحت جو البيلو غبار!

ڪئَن نہ اِن انيو ڪندي دل ۾ جاڳن ولولا
تنهنجي ان جادو پريل نيڻن ڏي شل هرهر ڏسان
ها، انهن جادو پريل، متوالي نيڻن ڏي سدا
شل ڏسان، هرهر ڏسان، ڏسندو رهان، ڏسندو رهان!

خواب سونهري بڻي نيڻن ۾ آئينءَ سندري!
چاهہ بڻجي دل جي ڌڙڪن ۾ سمائينءَ سندري!

## ▲ بسنتي هير

بسنتي هير جا جُهوٽا سرير کي ٽا لڳن
ڪ وشو موهنيءَ جي اُن چنيءَ جي آهه ڪنار
ڇهاءُ جنهنجي مهاديو کي به لائي لڳن،
ڪجي ڇو ساهه تکو، نيڻ ڇو ٽيا رتنار؟
هر انگ انگ ۾ شرنايون دل ڏتار وچن،
ڪُلن اکين اڳيان ٽا سنهري سپن ڏُئار
رسيلي سپن ۾ لؤلين پرش لائون لهن
ڪري سِنگار تي هر نار ڪلپنا ۾ ڪنوار!

وليون وڻن تي وريون ۽ تڙيون ولين تي ڪليون
هوا پريندي سندن رنگ ۽ هُڳاءُ جي ساک،
ورائي ٻانهون ولين جڻَ ڪيون ڪي رنگ رليون
پري ڪو قول اسان جي به رنگ ياؤ جي ساک!
ائين وجاءِ نه وَجُهه ۽ ائين نه بيهي نهار
سنگار ڪهڙو ٻيو سونهن آهه تنهنجو سنگار!

## ▲ ڪير؟

نيل جل جمنا ڪناري ڪير مونکي ٿو سڏي
دل کي ڪَنِ ٻيچڻَن سيتل چندرما جا ترورا
۽ مٿان تارا اشارن ۾ ٻڌائن ڳالھ ڪا
ڪنھن جي چڪ ھڻَن رات جي وڳڙي پَئي دل کي چڪي؟

ڦاڳ ۾ پڻ ڪير ٿي ٻيچڻَن پيو ڳولي مونکي
ساري مڌبن ۾ جتي گائين کي چارن گوالِ تا،
۽ مڌر بنسيءَ جي تانن ۾ سنيھا پيار جا
ٿو ھوا جي ريشمي جھونڪن وسيلي موڪلي؟

ڳائي ڳائي اوچتو جڻَن سانت ڪويل ٿي ڪري
ڪنھن جي دل ۾ ھاري ھارڻ ٿي چڏي سا دل جليِ
بنسري چپ سان لڳائي ھُو ڪٽي، ڏس بيڪلي
دردوَندي دل جي دانھن سان فضا کي ٿو ڀري،

ٿي صدا پھچائي دل جي دل کي، محرم راز جي
بنسري صورت سراپا سوز جي ۽ ساز جي!

## ▲ روپ مايا

ها، تپوبن ۾، وڻن جي هڪڙي جهڳٽي ۾ ڪٽي
تاريون تارين سان مليل، ڪٽيا جي چت پاسيون پئي،
تڙ ۽ تارن تي وليون چڙ ڪنهن ورايون هيون رتي
جن مٿان لٽڪي، هوائن سان ڪيون هاسيون پئي!

ڪنهن سمي ۾ تياڳ وشوامتر راجائي ڪري
قدرتي ڪٽيا ۾ اُن بن جي، رهيو تي شانت چت،
گود ۾ پرڪرت جي، مانو جڳت ڪان ڳجهي پري
پنهنجي جپ تپ ساڌنا ۾ تي رهيو اُو ليڻ نت!

ڏيري ڏيري اُنکي حاصل ٿي تپسيا جي سِڌي
مهرشيءَ جي پد جي آخر ساڌنا ساڌي رسيو
اُنجي وس ۾ ٿي رهي هرڪا سڌي هرڪا رِڌي
پر جهلڪ "جوتي پوُن" جي ڪينڪي ماٽي سگهيو!

جي اکيون ڪبٽي لڳا هرڪيون ڏسي ٻاهر جي سونهن
اڄ ڏسڻ چاهي ٿي سن ٻاهر ڇڏي اندر جي سونهن!

---

نوٽ: 'روپ ـ مايا' جي عنوان هيٺ اُهي ڪل سورنهن سانيٽ آهن، جن کي عام طور تي طويل نظم سمجهيو ويو آهي، پر اصل ۾ هن عنوان هيٺ هر هڪ جدا سانيٽ آهي. انهيءَ ڪري ئي سانيٽن سان گڏ رکيا ويا آهن. (مرتب)

هاڻ بس ويئي سندس جيءَ کي اِها جهوري لڳي
انڪري ٿي هو نئين سر ساڏنا ساڌڻ لڳو،
ساڌنا ڪيڏي بہ هي پر ڪيس سا توري لڳي
جسم جي سک سهنج جو اُن کي رهيو اونو نہ ڪو!

مهرشيءِ جي گهور تپ کان اِندر آسڻ ويو لڏي
مي ڏسي ساري سڀا هڪدم وئي گهبرائجي
هٿ ڏئي سر کي، ويو سُرپتِ بہ چنتا ۾ ٻڏي
روپ، رس ۽ راڳ جي ديا وئي ڪومائجي!

هي ڏسي سان ٿي مدن پنهنجو سنياليو جهٽ ڌنش
سينڪا، ماڌو پٺي شامل وٺي هڪدم اُٿيو،
۽ چيائين: سُرپتي! آخر مٿش آهي سنش
۽ مٿس جي من جي ورتيءَ کي مٿي ٿاهي ڏکيو!

واسنا من جي اِها جا اِندرين جي واسنا
اندريون جنهن ورلي جيتي تن جي مٽي واسنا!

بن ڪلاونتن جي بن آندر سڀ آديت لڳي
هلڪيون هيرون تي لڳيون ۽ سنهڙيون شاخون تي لڏيون
وڻ ڪان وڻ ڏي، شاخ ڪان تي شاخ ڏي اُڏريا پکي
گندرون جون چڻ مڌر پرتڪش تانون تي اُڏيون!

گل ٽڙڻ، مکڙين ڦٽڻ، ڪوئل جي لاتين جي مٺي
آئي رت دل ۾ اُتارڻ ڪلپنا ۽ ڪامنا
نکري ڪنيا مان رشي پرڪرت جي ليلا ڏٺي
هير جي جهونڪڻ اُياري دل ۾ مبهم چاهنا!

ڪئن نہ ڪومل ننڊ جان ۽ خواب وانگر ڏنڌلو
بن ۾ گونجيو تي مڌر پڙلاءُ هڪڙي گيت جو
ڏيري ڏيري جئن ٽڙي مکڙيءَ مان بڻجي ڦول تو
اُيريو اُن جي ذهن ۾ ائن ياءُ هڪڙي گيت جو!

مست تي بنواسي اُن لئيءُ ۽ تال تي ڳائڻ لڳو
ماڏوي مايا سان چنچل دل کي بهلائڻ لڳو!

جهومندو، ڳائيندو، گل چنندو ۽ اُڇليندو هليو
ڏس تہ اُڇلايائين ڪٿن تي قول گهوري قول تان
اڄ سندس جهل جو نہ هو من ۾ نہ هن اُنڪي جهليو
هڪ تپسويءَ جي اندر ۾ آئي چنچلتا ڪتان؟

پنهنجي ڏن ۾ ڪيترو ڪتيا پنيان آيو چڙي
هڪ ولين جي ويڙهہ ڏسندي هتڪي اوُ بيهي رهيو
ڪيس ائن ياسڻ لڳو چڻ اڳ بہ آيو هو هتي
پر ڪڏهن ۽ ڪيئن آيو هو، نہ سو سوچي سگهيو!

پوپسن جو ناچ، گل، گنجار پونرن جي مٺي
۽ ولين جي ويڙهہ، سيني تي ڏياريس ياد ڪا!
جاءِ هيءَ هن عمر جي سانير ۾ ناهي مون ڏٺي
پر سچاتل تي لڳي، هي آهہ ڪهڙي ماجرا!

ائن رشي سوچيندي سوچيندي ويو حيران تي
ڪين ليڪن ڪنهن طرح اُن ڪان سگهيو هي ڳجهہ کُلي!

تي اڳيان شفاف پاڻي جي ندي وهندي وئي
جل هئو يا چنڊ جي جل روپ اوجل چاندني؟
مهرشي چرڪي ڪناري ڏي نظر ٻيهر ڪئي
ڇا،منش جي روپ ۾ سپنن تي ڏيکاري ڏني؟

سونهن ڦلواڙي جي آئي ڪير هن ٻن ۾ ڪٽي؟
مرڪندي، شرمائبي هوءَ روپ جي ديوي اچي
ڏس ٽڙيل گل جي جواني ڪئن نہ ڪنڊن ۾ ڪٽي
ماڪ مکڙين تي وسي جئن پير ائن ڪٽندي اچي!

ڇا نہ اُپريل انگ ھي، ھڪ ھڪ مان سوپيا تي ڇٽي
ڇيٽ جي الهڙ هوا جو عرش تي آهي دماغ
رس ۾ خوشبو ڦهلجي، جئن پير هوءَ اڳتي ڪٽي
ڦوهجوين جڻ ڪوئي انبن جو ٻوڪيل آهہ باغ!

ناز مان وک وک ڪٽي ائن سونهن واري تي اچي
مکڙي مکڙي تي چمن ۾ جڻ بهاري تي اچي!

وار چوٽيءَ ۾ ٻڌل ياسيا تي سندر سپن جان
جئَن ئي چوڙيائين، ويا سي رات وانگر ٿهلجي
جئَن گهڙي وچ نهر ۾ وارن پڪڙجي جل مٿان
رُوپ مايا چور نظرن کان ڏکي هيٺان رکِي!

کئَن نہ ترندڙ آپسرا جي نرم آنگن کي لڳي
نهر جون لهرون هٽي پٺتي، چڙهي ڪجهہ مٿيرو
تورڙو وَرُ ڪائي وسِهر وانگي، پاسيرو مڙي
جسم کي ٻيهر ڇهي، نڪري ويون ٿي اڳيرو!

نهر مان ٻاهر اچي جئن لڱ سڪايائين پئي
پنهنجو جوڀن پاڻ ڏسندي شڪجي شرمائڻ لڳي
روپ جي هڪ چال ڏس، ڪئن ٻيءَ کي اُپما ٿي ڏئي
مُرڪ لڄ چمڪائي ٿي، لڄ مرڪ ٻهڪائڻ لڳي!

گل چني هٿ ۾ جهلي، پاڻي ۾ پاڇي تي ڏسي
ناز مان وارن ۾ پائي، پاڇو ئي ڏسندي رهي!

من جي ورتِي کي لڪائي، مهرشي گنيير تي
اڳيرو تي ڪامني کي هٿن چيو پاٻوهه مان
”سونهن جا سپنا منا! اي سونهن سپنن جي مٺي
روپ پنهنجي جو چٽين تي چتر ڇا پاٽي مٺا؟“

نرگسي خودبيني مان چرڪي اُٿي سا سندري
سپنن آنيؤ * ۾ پريل اکڙيون کليون اهڙي طرح
اوچتو ئي اوچتو بس هير جو جهونڪو لڳي
بيخبر پوپٽ جي پرڙن کي پٽي جهڙي طرح!

مهرشي کي سامهون ڏسندي تي وئي هڪدم وسي
چيائين، آبدار اکڙيون کٽي، ”ڪميا ** ڪريو!
يوگ جي شانتي نڪيتن *** ۾ اچي رخنو وجهي
مون ڪيو اپراڌ **** اپراڌي مٿان ڪرپا ڪريو!“

هٿ ٻڌي بيهي رهي ائين عجز اکڙين ۾ پري
روپ جي نٽرت ڇڏيو هٺ يوگ کي نهنو ڪري!

---

* آنيؤ: تجربو، آزمودو.
** ڪميا: تپسيا (ٻوڏي عبادت)
*** شانتي نڪيتن: مها ڪوي ٽئگور جو جوڙايل آشرم/ يونيورسٽي.
**** اپراڌ: پاپ. اپراڌي: پاپي.

گهريون گهريون، ڪاريون ڪاريون سي اکيون نظرون سرل
ساڌنائون يوگ جون بس پر ڪري سيئي ويون،
باک ڦٽندي ٿي اُٽي ڪر موڙي جٿن دنيا ستل
هڪ نظر سان دل ۾ ائن جاڳي تمانـون پيون!

دل جليل کي ٿي ڏسي ڏس روپ جي پرياڻ کي
ڪوئي سمجهائي سگهي ڪٿن؟ ڪٿن سگهي ڪوئي ڏِسِي؟
جٿن ڪنوڻ جي چال جو چوڻ عڪس ڪٿن ڪوئي چڪي
کن ۾ سائو کيـت سڙنـدڙ آهـ اُن جي آرسي!

جهٽ رشي مُرڪي چيو، ”ڇا واسطي هيڏو هراس؟
سچ تہ شانتي هھڙي بن ۾، سو بہ هن رت ۾ ڪٿي؟
نهر جي ڪلڪل، پکين جي لات، گل جو رنگ واس
ڪافي ناهن من جي، ڇا، شانـتي لئـائڻ واسـطي؟“

ائن چئي ڪا کن پلڪ سُن ۾ رهيو بس مهرشي
کيس پنهنجي زندگي ۾ ڪا ڪمي محسوس ٿي!

”چا، مان واقف تي سگهان ٿو هن الوڪڪ روپ جو؟“
نيڻ نيڻن سان ملائي، ائن ڪئي يوگيءَ پڇا،
سر جهڪائي لڄ وچان آهستي هئن رمڻيءَ چيو،
”هي ديامي ديو، داسِي ڪي سڏن ٿا مينڪا!“

هلڪي وارن جي ٻنل خوشبو سان دل بي خود ٿيس
هٿ مٿي تي نار جي، آسيس لئيءُ يوگيءَ ڏريو،
بس ڇهڻ سان ٿي بدن ۾ جٽڪ وج ڊوڙي ويس
ڪئن نہ رمڻيءَ جي مڌر واڻي ڪيس ويتر چريو!

”مونکي ڪرپا جو ڪَيوَ پاتر ڪري پنهنجي ديا
ورنہ آهيان نرتڪي مان، منهنجو ڪيتر واسنا!“
مهرشي بيخود ٿيري هڪ آهہ ورجايو تہ، ”ها،
تنهنجو ڪيتر واسنا ۽ منهنجو ڪيتر ساڌنا!

موت ۽ اُن بعد ڇا ٿيندو، ڳڻي ڳڻتيون اهي
دل ۾ پيدا ٿي حقارت هن حياتيءَ واسطي!

---

* يوگي: ٻوڌي عبادت گذار.

قول سان ڪندا ڏنا مون چنڊ ۾ ڪارنهن ڏني
هاءِ اڪڙيون! وهم جو ڪيڏو نہ هو تن تي اثر
رنگ بوُ ماڻيم نہ پاتم ڏار امرت جي مٺي
هاءِ منهنجي سمجهہ ! دنيا کي مون سمجهيو دک جو گهر!

ڪٿن نہ سک جي ڪلپنا ۾، مون رلايو پاڻ کي
ڪلپنا جي سک پنيان ساپيا جو سک تياڳي ڇڏيم
زندگي جو سار شانتي سمجهي مان آيس هتي
بن وسايم، ڪرم کان ڪانئَر تي دنيا کي ڇڏيم!

شاخ کان تي ڏار ڪنهن مڪڙي نہ ماڻيو رنگ بوُ
قول بڻجڻ تيو پري مورڳو گنوائي پاڻ کي
ڏار دنيا کان تيس مان دل ۾ پائي آرزو
پاڻ پائڻ ليءِ اچي وينس وڃائي پاڻ کي!

هيءَ اڪيلائي ئي جڻري موت جو ڪارڻ بڻي
تو گهمان پنهنجي ڪلهن تي لاش پنهنجو ئي ڪٽي!

تنهنجي آئي، آئي بن ۾ ماڌري جيون اُشا
هر آئي کي کڻن نہ چمڪائي سندءِ موجودگي
جئن وسيل بادل کي سينگارين سج جا ترورا
تنهنجون نظرون ائن پرن رنگينين سان زندگي!

گڏجندي ٿي جا اُڪنڊين جي چپن تي ٿي نچي
سون ورني نار! تون آهين مني اُن مرڪ جان
موڪلائيندي اُڪنڊين جي اکين ۾ جو اچي
تون نفيس آهين سراپا اي مني، اُن لڙڪ جان!

ننڊ جانءِ نيڻن کي وس، ٿي تنهنجي سندرتا ڪري
ڇا نہ اُن آڌو پکيڙيو رس ڀڙل سپنن جو چار
سرس چنچل دل ۾ هڪ احساس آلس جو پري
ڇانئجي ِهر انگ تي راحت جو البيلو غبار!

خواب سونهري ٻٽي نيڻن ۾ آئينءَ سندري!
چاهہ ٻڌجي دل جي ڌڙڪن ۾ سمائينءَ سندري!

ويڙهي ڏسڻيءَ جي مٿان ڪومل گلابي پنکڙي
ڏيري ڏيري چپ تي نرمي سان گهمايائين پئي
خالي نظرن ساڻ البيلي ڏسڻ گل کي لڳي،
تي لڏي لمڪي، وراڪا جڻن گلن جي بُو ڏئي!

"يونر آئي ڏس تہ گل جا انگ ڪئن مهڪڻ لڳا
بانورو تي ڪئن نہ اوُ اُن جا چمي مڌ سار چپ!"
ڏسندي هلڪي مسڪراهٽ ساڻ چپ ٻهڪڻ لڳا
پنکڙين جان نرم، سنهڙا سي مڌر رتنار چپ!

"تهنجي ڪومل مڌ ڀري ايءَ مسڪراهٽ جا چوان
آهِ جڻ سا پريم ميءِ، ۽ شانت ميءِ، سنجها رتول،
ڪي اچن پاريهلن جون جوڙيون جنهن ۾ چاهہ مان
چهنبون چهنبن ۾ وجهي ڪن پريت جا ويهي ڪلول!

سمجهہ سمجهائي نيڻن دل کي گهري تي تياڳ ڏي
سونهن تنهنجي اُن کي هرڪائي نٿين انراڳ ڏي!

قول ڪان سندر ڪماري ھي ڪڏھن سوچيو آئي
سونھن ھيءَ ڇاجي ڪري توکي ملي سنسار ۾؟
پونر ۽ پوپٽ گلن تي ڇو، پرن ڇاڪان اچي؟
آھ مطلب ڪھڙو گل جي رنگ ۽ ھبڪار ۾؟

ڪو اچي تورن سيارن بعد جي توڪان پڇي
چيٽ جان تنھنجي اڳوڻي ٻھڪندڙ صورت ڪٿي؟
مرڪ منھن ۾ اڄ نہ ساڳي جوت نيڻن ۾ بکي
ڇا بڌائيندينءَ انھي ڪي ماڻري مورت ڪٿي؟

آه! ڏس ھُو قول پن پن تي ويو ڪومائجي
تنھنجي سواسن جان مڌرھائي ڪٿي اُن جو ھڳاءُ؟
ڪو ورائي ڪيس اڄ ڏيئي نہ سگھندو تازگي
ماڪ جِي ڪَڻ، صبح جون ھيرون،نڪي سج جو اُھاءُ!

ھاءِ، ھيءَ سوپيا ڏسي سگھبي نہ جيوت ۾ وري
مائبي ٻيھر نہ گذري جا گھڙي راحت ڀري!

پر اياڻي ناه پر ڪرتي تي اُن ڪي جڻن ڏسين
ڪڻن نہ سانديي تي رکي ڦل ۾ ڪنول جو رنگ روپ
مرڪندي تون يي اُنهيءَ جان شال ورجائي سگهين
منهنجي هن جيوت جي جيوت آه هي ٻالڪ انوپ!"

سونهن جي معصوم دل ۾ ڪشمڪش ڪيڏي پئي
ياوَ ساگر ۾ تي چلڪيون سهسين لهرون اَڻ لکيون
هڪ نئين احساس سان بس دل سندس ٻرجي وئي
بي ارادي پرش ڏي پاڻهي کڄيون اُن جو اکيون!

هٻڪي هٻڪي ڪجهہ چياءِ تي تہ دل ڌڙڪيس ائين
ايندي ايندي لفظ چپ تي ئي اچي رهجي ويس!
تيز ساهن کي دٻايائين، ڪڇيس ڇاتي تئين
لڄ کان نِوڙيس ڪنڌ، لڙڪي وار ڇاتيءَ تي پيس!

پاڻ ڪوئي شرم کان ول وانگي وَرُ کائڻ لڳي
ڏائو هٿ ساڄي ڪرائيءَ تي سا ڦيرائڻ لڳي!

”لڄ جو گھونگھٽ لاهه، ڪيڏو چاھونيڻن ۾ چلي
سڄ لٿو، ھوءَ رات آئي، ائين نہ ٻيھي پير مَل
نرم جھونڪن سان ھوا جي، تي گلن جي اک کُلي
ورنہ ٻيٺل نير ۾ ٻوٽيل رھن، ٻوٽيل ڪنول!

ڪئين نہ ان آنيو ڪندي ئي دل ۾ جاڳن ولولا
تنھنجي اِن جادو ڀريل نيڻن ڏي شل ھر ھر ڏسان
ھا انھن جادو ڀريل متوالي نيڻن ڏي سدا
شل ڏسان، ھر ھر ڏسان، ڏسندو رھان، ڏسندو رھان!

منھنجي نظرن سان تون ڏس، مان تنھنجي نظرن سان ڏسان
ڌڙڪي ٻن جسمن ۾ ھڪ دل، جاڳي ھڪ ئي ڀاونا
پنھنجو جيون تنھنجي جيون سان ملائڻ ائين گھران
پاڻ ۾ ھڪ ٿي وڃون جئين جسم دل ۽ آتما!

شانت ۽ واٽي ۾ تنھنجي منھنجي جيون جو سنبنڌ
جئين نہ ٻن ٻيڻن جون لاٽيون، ٻن گلن جي جئين سڳنڌ!“

خودبخود ماني هوا بڻجي تي چنچل هير، پر
هير جون منڙيون وٺي مس مس ڙِي مکڙي گل بڻي
گل بڻي پي هير سان نه نه ڪري هر هر، مگر
اُن جي اِن نه نه منجهان ٿي هير تي خوشبو ڪٺي!

چيلهه تي جٺن ٿي رکيس هن هٿ، وٺي هيساٽجي
ائين ڏکيس چاتي تي، جٺن ڇيڙي ڪوئي هندرل راڳ
پريم جي ياڪر ۾ ڪنبدڙ جسم ويو بس سانت تي
ڏيري ڏيري ڇڻ ويو خاموش تي هندول راڳ!

تي گهُلِي سيتل پون، گل گل جو مهڪيو انگ انگ
پرٿوي پاسي پٽي پرڪرت جي مسڪان جان!
بادلن جي گود ۾ نکريو گگن تي رنگ رنگ
خوش خوشيءَ ۾ تي تيو آڪاس پي اِنسان سان!

ڪٿَن نہ آئينده جي گهاٽي جهڙ مان وچ جٺَن وَر ڪندي
پاڳ ريکا، شيام، ڪاليداس جي چمڪڻ لڳي!

## ▲ ڪلپنا ساڪار ٿي آئي

وسي ٿي دل ۾ھڪ مورت سپيءَ ۾ جئَن وسي موتي،
مگر سا جنهنجو سندر روپ خود مون ئي بڻايو هو،
رهي هر وقت ٿي سامهون انهيءَ ئي روپ جي جوتي
منش جي ڪلپنا ۾ جو ڪڏهن اڳ ۾ نہ آيو هو؛

هٽايو سونهن جئَن پردو نظر آئين يڪايڪ تون
منهنجن سپنن جي سوپيا ڪِن ۾ ڪنهن سايا ۾ بدلائي؟
جهلڪ ڏسندي ئي سچ جي راھہ تي آيون ڀُلل نظرون،
تون آئين ڪين منهنجي ڪلپنا ساڪار ٿي آئي؟

تنهنجي ان روپ درشن سان وئي مَنجي منهنجي دنيا
سمايل ياوَ ها منهنجا تنهنجن دلڪش ادائن ۾،
ڏٺم ساڪيات پنهنجي شاعريءَ جي شيام سندرتا
اڳڻ ڪوتائون جهلڪيون پئَي تنهنجن روشن نگاهن ۾!

نگاهن ۾ هئم جا سونهن آخر ڪنهنجي صورت ٿي،
هئَم جا دل ۾ ڏنڌلي آرزو، نڪري محبت ٿي!

## ▲ خواب

تنهنجي مستاني انوکي رفتار
ڇڻڪ بادل جي رواني آهي!
ڪارا ڪارا هي ڇُڙيل تنهنجا وار
صدقي ساوڻ جي جواني آهي!

آڌ کليل نيڻ نشيلا تنهنجا
ياڻءِ سپنن ۾ سمايل سپنا!
هي مڌر ٻول رسيلا تنهنجا
ياڻءِ گيتن ۾ سجايل سپنا!

جند سان توکي جڙڻ لءِ بيتاب
تنهنجي دُوريءَ کان تيس درماندو
سونهن خود خواب، ادائون ٻيي خواب
خواب ياڪر ۾ ڪڏهن ڪنهن آندو؟

اڄ بہ خالي تہ سندُم ياڪر آهہ
خال سيني ۾ جُڳن لاڪر آهہ!

## ▲ ڄاڻ اڻڄاڻ

سنڌو ٻنڌن کان ڇٽڻ ڪاڻ ڪنارا ٽياڳيا
سمنڊ ۾ پاڻ کي آزاد ڪرڻ لاءِ پيئي،
سمنڊ ۾ پيئجي رهيا پوءِ ٻہ ڪنارا ساڳيا
ٻنڌنن کان نہ سگھي پاڻ کي مڪتي ڏيئي!

ٻنڌنن کان مون ڇٽڻ لاءِ پٽوڙيو ڪيڏو
جي لٽا پيد پراڻا تہ نوان پيد پيا،
راھہ آسان، سفر سهل ٻٽيو بس جيڏو
پير ڇڪبا ٿي هليا، ڪين ڪٿي ٿانءِ ٿيا!

پاپ ۽ پڃ جي معنيٰ نہ سگھيس مان سمجھي
هر زماني ۾ نہ ساڳيو رهيو مطلب تن جو،
ڪالھہ جو سچ ٿي سڏيو اڄ نہ حقيقت اُنجي
سچ اڄوڪو ڇو نہ پوءِ ڪوڙ سيائي سڏبو؟

زندگيءِ جي نہ ڪڏهن ٺيڪ حقيقت ڄاتم،
ڄاڻ جا پيئَي انهي ۾ نہ سچائي پاتم!

## ▲ سو ڪهڙو جهان آهي؟

توکي ڏسي ٽڙي جڳ رئندو رهين مگر تون
چاڪون وٽي نہ توکي تي ڪل خوشي هتان جي؟
ڏسندي بہ ڪينڪي ٿو ڪنهن ڏي ڪرين نظر تون
دل تي تري اچئَي تي ڇا ياد ڪا ڪتان جي؟

پنهنجا نہ پر پراوا چٽني طرف ڏسين تو
حيرت وچان سين جي منهن ڏانهن پيو نهارين،
ٻولي هتان جي ٻي ۽ تون ڪجهہ چوڻ گهرين ٿو
ڳالهائين ڪٿَن ۽ ڪنهن سان، ان لاءِ لڙڪ هارين؟

تنهنجي نظر ۾ جنهن جا سپنا متا وسن ٿا
ڪهڙو جهان آهي سو صلح سانت وارو؟
روشن اُتي جي آهن سي سج ۽ چنڊ ڪهڙا
ڇهري ۾ تنهنجي جن جو ڀهڪي ٿو نُور نيارو؟

تنهنجن اکين ۾ ڪهڙن تارن جي جڳمڳاهٽ
تنهنجن چپن تي ڪهڙين مکڙين جي مسڪراهٽ؟

## ▲ گهڙين ٻن لءِ سهي

رات ڪيڏي شانت ميہ آنند ميہ تي، راڏڪا،
ننڊ چڏ، اُت ڏس تہ ڪئن جهرمر ڪري ٻينا متان
ٽمڪندڙ ديپڪ ستارن جا وشال آڪاش مان
پرتويءَ روشن ڪيا ڳچ ڪڙڪٻيتن جا ڏٺا:
موتئَي جا ڦول جيتوٽيڪ ڏسجن ڪين تا
پر فضا مهڪي رهي تن جي تڪي سرهاڻ سان
رات جي هيءَ شانت پڻ ياسي تي منڙي گيت جان
اڄ، منين سُرهين گهڙين ۾ اڄ، رچايون راس ڪا!

جا بہ حاصل تي سگهي آهي خوشيءَ جي سا گهڙي
ڏينهن جو فرصت جي ناهي، رات جا چورايون پل
پير ڪڻ چمڪاءِ پايل،مان وڄايان بنسري!
بنسريءَ جي ڌن، جهڻ پايل جي ۽ من جي اُڇل،
هيءَ گهڙين ٻن جي سهي، پر پوءِ پڇي آهي خوشي
آهہ هر اهڙي خوشي، ابدي خوشيءَ جي ئي اُتل!

## ▲ مان وساريل ٿي چڱي

ساهه جا سينگار! توکان موڪلائي تي وڃان
بس وڃان اوڏانهن ٿي ورنديس جتان مشڪل وري
سڪ پريون ٿينديون رهائيون ڪينڪي حاصل وري
هڪ ٻئي کي ٿيو ڏسڻ اوکو، نه دل تان لاهجان!
اُنسنا آئندي جا ناهي نه سگهنداسين وري
تنهنجي نيڻن ۾ سندم سپنن مڙهيل راتيون رهيون
منهنجي نيڻن ۾ سندءِ رنگين پريانيون رهيون،
ڪين سي نظرون ملائي خواب لهنداسين وري!

جيڪڏهن ڪجھ وقت لءِ مونکي وساري تون ڇڏين
۽ وري جي خواب ۾ پڻ ياد مان موٽي پوانءِ
پنهنجي ان ويسر تي پلجي پي نه هرگز غم ڪجانءِ
پاڻ کي ان لءِ متان ڪنهن ريت گوندر ۾ گڏين؛
ڪئن ٿنو ويندو مون کان، ساري مونکي تون دک سهين
مان وساريل ٿي چڱي، شل تون سدا سرهو رهين!

# ترائيل

سنڌ کي ڪونہ ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان
سنڌ سنڌين ۾ وسي، سنڌ هتي، سنڌ هُتي!
ملڪ بڻجي تو مٽيءَ سان نہ مگر ماڻهن سان
سنڌ کي ڪونہ ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان!

چاڻ ماڻهن جي پوي صاف سنڌن ٻوليءَ مان
شيام، ڳالهائجي سنڌي ٿي جتي سنڌ اُتي!
سنڌ کي ڪونہ ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان
سنڌ سنڌين ۾ وسي سنڌ هتي، سنڌ هُتي!



پنهنجي ڪوشش ۾ وسان ڪين گهٽائيندس مان
چاهي تقدير مونکي سات ڏئي يا نہ ڏئي!
مشڪلاتن ۾ اِرادو نہ مٽائيندس مان
پنهنجي ڪوشش ۾ وسان ڪين گهٽائيندس مان!

سچ لهڻ بعد بہ وک اڳتي وڌائيندس مان
راهہ روشن پلي تارن کان ٿئي يا نہ ٿئي!
پنهنجي ڪوشش ۾ وسان ڪين گهٽائيندس مان
چاهي تقدير مونکي سات ڏئي يا نہ ڏئي!

تنهنجي قسمت جو ستارو نہ هو اُن ۾ روشن
آيو آڪاس نظر ميروئي ميرو توکي!
ڇا نجوميءَ هو ڏنو جاچي جتن ساڻ گگن
تنهنجي قسمت جو ستارو نہ هو اُن ۾ روشن!

روشنيءَ ساڻ پريو سج تہ اُفق جو دامن
نظر آيو رڱو رنگين انڌيرو توکي!
تنهنجي قسمت جو ستارو نہ هو اُن ۾ روشن!
آيو آڪاس نظر ميروئي ميرو توکي!



سائين! جٺريءَ جندڙيءَ جي سُور جون سؤ صورتون
زندگيءَ ۾ چين جي ڪا ڪِن ملي، ممڪن نہ آهہ!
اُون ايندڙ جي، وٺي جا پُور، ڳُٽتيون حال جُون
سائين! جٺريءَ جندڙيءَ جي سُور جون سؤ صورتون!

يا ڇريو ڪوئي ڪلي، يا جنهن کي ڏين توفيق تون
ورنہ دنيا ۾ رهي ڪوئي ڪلي، ممڪن نہ آهہ!
سائين! جٺريءَ جندڙيءَ جي سُور جون سؤ صورتون
زندگيءَ ۾ چين جي ڪا ڪِن ملي، ممڪن نہ آهہ!

ڦاڳ آيو، ڳاءِ هوليون، رنگ سان هولي رچاءِ
آهه هر موسم کي پنهنجو راڳ ۽ پنهنجي ورونهن!
جڻن، جڏهن، جيڪو ملي سو تڻن، تڏهن موقع مناءِ
ڦاڳ آيو، ڳاءِ هوليون، رنگ سان هولي رچاءِ!

چو گلابي رنگ تون چاهين سدا رابيل لاءِ
پنهنجي پنهنجي جاءِ هر گل جي چڱي سرهاڻ سونهن!
ڦاڳ آيو، ڳاءِ هوليون، رنگ سان هولي رچاءِ
آهه هر موسم کي پنهنجو راڳ ۽ پنهنجي ورونهن!



دک ڀرئي گيت ۾ پڻ آهه ڀريل ڪوئي مناس
چوج جا گيت ئي آهن نہ فقط گيت منا!
آس جان آهہ نراشا ۾ بہ منڙو احساس
دک ڀرئي گيت ۾ پڻ آهه ڀريل ڪوئي مناس!

مَر ڦري دوُر زماني جو مگر ٿيءُ نہ اُداس
شيام، هي ڏينهن بہ ڏس هُو بہ تہ تو ڏينهن ڏنا!
دک ڀرئي گيت ۾ پڻ آهه ڀريل ڪوئي مناس
چوج جا گيت ئي آهن نہ فقط گيت منا!

مان اجا تائين اهو ڪين سگهيس ويچاري
آهہ ان چنڊ جي ڪارڻ جو ڪهڙو ڪارڻ!
چنڊ کي داغ ڏئي، سونهن ڇڏيس ڪنهن ڪاري
مان اجا تائين اهو ڪين سگهيس ويچاري!

جنهنکي گنگا جي وهل ڌار سدا وهنجاري
جنهنکي مستڪ تي مهاديو ڪري نت ڌارڻ
مان اجا تائين اهو ڪين سگهيس ويچاري
آهہ ان چنڊ جي ڪارڻ جو ڪهڙو ڪارڻ!



اجا روشني ڏي، اجا روشني ڏي
اجا تائين دنيا اسانجي انڌاري!
سُجهي ڪونہ چارو اجا روح ڀٽڪي
اجا روشني ڏي، اجا روشني ڏي!

انهيءَ سج، انهن چنڊ تارن جي هوندي
اجا ڀات ڪاري، اجا ڀات ڪاري!
اجا روشني ڏي، اجا روشني ڏي
اجا تائين دنيا اسانجي انڌاري!

ڪنهن تصور ۾ مسڪرايو پئي
دل سمائي نہ ٿي خوشيءَ ۾ شيام!
ڪنهن تخيل ۾ گنگنايو پئي؟
ڪنهن تصور ۾ مسڪرايو پئي؟

ڏيري ڏيري ڪوئي تہ آيو پئي
شرد پونم جي خامشيءَ ۾ شيام!
ڪنهن تصور ۾ مسڪرايو پئي
دل سمائي نہ ٿي خوشيءَ ۾ شيام!



زندگي تو بنان اُداس اُداس
جيئن سنسان شام هوليءَ جي!
آس مان آس پاڻ آهہ نراس
زندگي تو بنان اُداس اُداس!

رنگ ۾ رنگ جو نہ ڪو احساس
ايئن ويران شام هوليءَ جي!
زندگي تو بنان اُداس اُداس
جيئن سنسان شام هوليءَ جي!

جهلمل ڪندڙ حسين ستارن جي ميڙ ڏي
ڏسندي مٽي تان ڪنهنجي رئو سي ڪِري پيو!
نالو نڪت نڪت جو ٻڌي شوق مان تڪي
جهلمل ڪندڙ حسين ستارن جي ميڙ ڏي!

اُپ ڏانهن هيءَ ڏسي ۽ ڪو ڏانهنس پيو ڏسي
نظرن کي سڪ ۽ سونهن جو، مرڪز ملي ويو!
جهلمل ڪندڙ حسين ستارن جي ميڙ ڏي
ڏسندي مٽي تان ڪنهنجي رئو سي ڪِري پيو!



ليءِ هجان ها جيڪڏهن تنهنجي مڌر آواز جي
منهنجي دل جو گيت ٿئي ها هوند تنهنجي دل جو گيت!
رُوپ جي هر تان ۾ وسعت هجي ها راز جي
ليءِ هجان ها جيڪڏهن تنهنجي مڌر آواز جي!

شيام جيڪر ٿي پوان ها تار تنهنجي ساز جي
تنهنجون نازڪ آڱريون ڇيڙن ها منهنجي دل جو گيت!
ليءِ هجان ها جيڪڏهن تنهنجي مڌر آواز جي
منهنجي دل جو گيت ٿئي ها هوند تنهنجي دل جو گيت!

پر منجهان لنگهي وڃين جيڪڏهن هڳاءَ جان
زندگي گلاب جان هوند جهٽ ٽڙي پوي!
پراڻ واسجي وڃن هڪ مٺي ڇهاءُ سان
پر منجهان لنگهي وڃين جيڪڏهن هڳاءَ جان!

پنکڙيون پٽي اگر سڏ ڪرينم پيار مان
سُرت ڪنهن ستار جي سُر جيان ڇڙي پوي!
پر منجهان لنگهي وڃين جيڪڏهن هڳاءَ جان
زندگي گلاب جان هوند جهٽ ٽڙي پوي!



وقت ايندو جو ملڻ کان ٿي پري هوندس مان
منهنجو پلجي ٻه ڪڏهن ڪونه تو ويچار ڪيو!
منهنجي گيتن جا پنا ٿي پيا هوندءِ پرسان
وقت ايندو جو ملڻ کان ٿي پري هوندس مان!

گيت ڪجھه پاڻ پڙهي بعضي ٻڌي ڪنهن واتان
روئي چوندينءَ: مونکي ڪيڏو نه ٿي هن پيار ڪيو!
وقت ايندو جو ملڻ کان ٿي پري هوندس مان
منهنجو پلجي ٻه ڪڏهن ڪونه تو ويچار ڪيو!

تارا نہ چُرن ٿا نہ وري رات ڪٽي ٿي
جاڳڻ تہ نہ چاهيان ٿو مگر ننڊ اچي پئي!
ڇا بيهي ويو وقت نہ جو باک ڦُٽي ٿي
تارا نہ چُرن ٿا نہ وري رات ڪٽي ٿي!

دهڪو بہ نہ ٿئي بند ٿو، دل پئي نہ ٿُٽي ٿي
اُف غم ڪان ڇٽڻ واسطي ڪا راھ هجي پئي
تارا نہ چُرن ٿا نہ وري رات ڪُٽي ٿي
جاڳڻ تہ نہ چاهيان ٿو مگر ننڊ اچي پئي!



هاءِ سنسار، هتي سک نہ مليو سک پائي
نانءُ ٿيو اصل جو، هٿ آيو مگر عڪس رڳو!
ڪٿَن نہ دل درد پري، شيام! آڇا واجهائي
هاءِ سنسار، هتي سک نہ مليو سک پائي!

چنڊ لءِ بارُ رڙي بانهون مٿي ٿهلائي
آرسي ڏيئَي چون ڪيس تہ وٽ چنڊ اِجهو!
هاءِ سنسار، هِتي سک نہ مليو سک پائي
نانءُ ٿيو اصل جو، هٿ آيو مگر عڪس رڳو!

هُو تہ خود تند کانہ سوريندو
ير ۾ وينا اِئين رکي هوندي!
اڄ چُري واءُ اُن کي چوريندو
هُو تہ خود تند کانہ سوريندو!

سانت ۾ ٿي سرن سان اوريندو
جنهنجي لنءُ لنءُ ۾ ليءِ يري هوندي،
هُو تہ خود تند کانہ سوريندو
ير ۾ وينا اِئين رکي هوندي!



سونهن تنهنجي جو سهي تاءُ سگهن نيڻ نہ تا
هُوند وارن جي ٿڏي ڇانو اُنهن تي نہ کرين؟
دل ڏسڻ توکي گهٽو ٿي تي گهري پوءِ بہ ڇا،
سونهن تنهنجي جو سهي تاءُ سگهن نيڻ نہ تا!

ٻاٽي ٻاٽي تي پيا خشک نہل چپ منهنجا
هک متي ڏيئَي وري تازو انهن کي نہ کرين؟
سونهن تنهنجي جو سهي تاءُ سگهن نيڻ نہ تا
هُوند وارن جي ٿڏي ڇانوُ اُنهن تی نہ کرين؟

# تصويرون

ڌرتي ۽ آڪاس؛
ويچاري درويش جو
هيءُ ئي آهه لباس!



رات وڏي ۽ سيءُ؛
اُپ تڪيل، ڌرتي ٿڌي،
سائين، پردو تيءُ!



وڇن نہ سنک نہ گهنڊ؛
هن بستي جي خلق جي
چوُ، ڪٿَن ٿننڊي ننڊ؟



ڪيئَن چنان هي قول؛
ٽِريل اِئين ئي شاخ تي،
سائين، پوي قبول!



تاريلي اِيڪانت؛
لنگهندي بُڏ وِهار ڪان
سرهي سرهي سانت!



دريا ۾ مهتاب،
لهرن سان لائون لڏيون
شايد منهنجي خواب!



آهه جهليو نمر پور،
چنڊ متانئس مٿ ۾
نانئي نرمل نور!



ڏنم ڏئي کي ٺوڪ،
در جي ٻيڪڙ مان ڪئي
هوا سهانيءَ ڏوڪ!



هلڪي هلڪي هير،
ڦول چنبيليءَ جا چڻن
چنڊ ڪڙو گنيير!



تاج تڏو چڻ برف!
چنڊ ٽڪيو سج ڏانهن، پر
ڪنهن ٻه ڪڇيام ٻه حرف!



تارن سندي برات،
سبنڌيون خواه سهاڳڻيون
ماڻن ساڳي رات!



تارا سهس هزار،
هوُ ماناري تي مکيون
ٽپڪي روشن لار!



نوُر ٻري نيراڻ،
چند چڙهي ڪنهن ٻئي تڪيو
تارن کي چاڪاڻ؟



ڏيئي ڪنڌ کي ٻانهن،
ڪٿ تي ليٽي پئي تڪيءِ
رات ستارن ڏانهن!



ڏينهن پٺتان ڏينهن،
گذري ويا، ڳچ ڏينهن پيا
تيا پراڻا نينهن!



بجليءَ جا چمڪات،
ڪوئل جي ڪوُ ڪوُ وئي
چيري ڪاري ٻات!



ساوڻ سارو مينهن،
ڪڪرن مان اڄ اوچتو
چند نچوڙيو نينهن!



موڪل واري ڏينهن،
چانڊاڻ تي بيٺس اچي
اڄ به آچي پيو مينهن!



موڪل واري ڏينهن،
سنبريس نڪرڻ واسطي
آچي ننيو جو مينهن!



ڪنوڻين جي چمڪار،
هئي اڳهڻو الهندي
هاڻي اوير پار!



ڏينهن جو پهريون خواب،
آهه تڙيو اوير طرف
سونو لعل گلاب!



اڻ ڄاتي جي ڄاڻ،
هيرون منهنجي هانوَ ۾
چڏي ويون سرهاڻ!



ييچ ينيءَ جي ويل،
سنهڙو سنهڙو چندرما
ماڪ ينل رابيل!



ڪر موڙي تالاب؛
ڪومل باڪن ۾ بڪي
ڪمل ڪليءَ جو خواب!



نظر پئي ناگاهه؛
مهڪيو پئي رابيل ۾
ڪنهن سپني جو ساهه!



چٽي نمن جو ٻُور؛
نيڻ جهڪائي سندري
پئي پچائي پُور!



هوند هجان ها ڳوٺ؛
ساٿين کي، اُڏندي هتان
منڙي ڪونج، نه ڪوٺ!



خالي منهنجو جهول؛
گذري رات، پره ڦٽي
سپنا ڊانوا ڊول!



گهرج ڏنا جي ڏنب؛
اُڏري پر آجا ڪريان
ڪٿان اچن پر ڪنب؟



راڌي راڌي شيام!
بنسي ڪانه وڪامجي
آنو آنو دام!



ساگر ۾ اٿهونڊ؛
پاڻي پاڻي هرطرف
پر نه پئڻ لاءِ بونڊ!



ڪهڙي ڳالهه ڏسيانءِ؛
بوتا صرف نه، قول بي
ڪاٿي ويٺي گانءِ!



هر هر رڪجي پير؛
قدم قدم تي گل تڙيا
چؤ ته نه ڏسندو ڪير؟



لام لام تي ليڙ؛
* منساديويءَ جي ڪندي
آسائن جي پيڙ!



پوپٽ جو خوش خواب؛
ور ورو ڏيئي پيو پڇان
ڪو جو ڏئيم جواب!



* هر دوار ۾ هڪ پهاڙيءَ جي چوٽيءَ تي نهيل مندر

تيز چتا جو داهہ،
هانيون ٿي ميڙي ڪبيون
گنگا ۾ پرواهہ؟



هي گنگا جا گهاٽ،
هانيون، گل ۽ بيڙيون، ڏئا،
لهر لهر تي لاٽ!



جيجل! منڙي لوءِ!
سنڌي لوليون ننڊ ۾
ٻڌيون هن ڪان پوءِ!



گل تہ رهيا ڪن ڪاڻ،
آهہ سمايل ساهہ ۾
اجا سندن سرهاڻ!



پنڪڙيون هر هنڌ،
مون پئي سمجهيو هير ڪي
بوجهل ساڻ سگنڌ!



چا تہ پپر جي چانوَ!
ويهي هڪڙي ٿار تي
چهنب اُگهي پئي ڪانوَ!



ڏس تہ پکين جا ڏانوَ!
اڏندي هڪ جي ٻئي مٿان
ڪٿن نہ پوي تي ڇانوَ!



يل ڪن لهرون لوڏ،
ڇڏيو ڪناري تي وجن
ههڙا ڪوڏ!



پوپٽڙا رنگين،
ٻار تہ گڏجي ماءُ سان
هاٿي هلندا ڪين!



ڇٽيل گلن جو ڍير،
نٿڙيِ پٽ تان پنکڙيون
چُوندي وينو ڪير؟



ساز رکيل پٽ ساڻ،
بند اکيون، چپ ڳائٽو
راڳن ساڻ رهاڻ!



ساز بنا يي آس،
بند اکيون، چپ ڳائٽو
راڳ رسيا آڪاس!



سن ۾ سرت سماءِ،
دُونهون چندن ڏوپ جو
هلڪو سرد هڳاءِ!



جوڳي سُن سماڌ،
نيڻ نميل نندڪڙا
سپنا اگم اگاڌ!



دورُ اُفق کان دورُ،
منهنجي منزل آهہ جتِ
ڪو شاعر جو پورُ!



مانو آهي واءُ،
روڪي ساهہ ٻڌم، مگر
سڌ نہ ڪو پڙلاءُ!



هڪڙي اُس، ٻي لوُءِ،
رڻ راهي جوڳيئڙا
ڳولن ڪهڙي جوءِ؟



دُونهيُون دکن پرار،
چڻڪن مينهنِ جا چڙا
پهر نہ ڪا هن پار!



واجهائي اُپ ڏانهن،
سنڌي ڳولي شاهه پئي
بيهي پٽ متانهن!



شنک ڌُنيءَ جي گونج،
نماشام مندر متان
هيءَ اڪيلي ڪونج!



تاڪر شانت سرُوپ،
ڪامي رک ٻڄي ڪري
ڪن ڪن چندن ڌوپ!



شو مندر چپ چاپ،
جهرڪيون آنڪيون اوچتو
سانت سهي سنتاپ!



سينور چڙهيل تلاءُ،
ڏيڏر ٽپ ڏنو مگر
لهرين جو نه لڪاءُ!



پري هيترو شهر،
هن بنواسي نانگ ۾
هيڏو سارو زهر!



اڪڙيو هيئن درخت؛
ڦان تي باز ڪريو متان
آندي آئي سخت!



هِن لاءِ کهڙي ووءِ؛
کهڙو پن، پُڇ واءُ کان
ڇڻندو هن کان پوءِ؟



پن پپر ۾ هيئن؛
هن جو نالو هيِر کي
چؤ تہ ٻڌايان ڪيئن؟



جهونجهڪڙي جي وير؛
منهنجا سنهڙا چنڊَ، اڄ
ڪيڏي لاتئہ دير!



گل وت پونر نہ قيد؛
ليڪن سُرخ سُگنڌ جو
چني تہ سنهڙو پيد!



هي ڪنهنجي جهونگار؟
ڏينم تہ ماڪيءَ لار سان
مان بہ ملايان تار!



هي چر، ٽڙ ۽ ڪانهن؛
ڪٿن ڇڪجي آيس هتي؟
ويس پٽي ڪيڏانهن؟



جملن جو ٿهلاءُ؛
هر هر ورق ڪتاب جو
اُتلايو تي واءُ!



تارا ڪيڏو دُور؛
ڀهرئين ڀهرئين پيار جا
پيارا پيارا پُور!



رات آنڌاري سرد؛
وئي ٽڏي تي جوت پئي،
گهرو گهرو درد!



آڏيءَ اُڀريو چنڊ؛
هڪ جوڙي جي سيج ڏي
گهوُري ڪٿن نہ اهنڊ!



صاف ڪليل آڪاس؛
رنگ، واس ۽ راڳ جو
رليل مليل احساس!



سرهو سرهو سواس؛
ڪومل رنگ هڳاوَ جو
دل ۾ ٿئي احساس!



رنگ - رتي سرهاڻ؛
روح بہ قالب کي ڇڏي
اُڏريو پوپٽ ساڻ!



قوليو قڳڻ ماس؛
لڻءَ لڻءَ تي ڪاندارجي
اچي سِرنهن جو واس!



ينڙي ينڙي مرڪ،
تازن تازن گلن مان
يونر بہ پيتي سُرڪ!



چو تي چوڙين چير؟
سهڻيءَ واريءَ چال تي
پنهنجا پير نہ هير!



پايل جي جهنڪار،
پراڻ پون جڻ پونءِ ۾
پير ڪڍي جڏهن نار!



نار، ڪچي ڪچنار؛
گهر جي ڇت اُس ۾ رڱيل
ڇانوَ ڇپيل ديوار!



سس نُنهن پوچا ڪاڻ،
ڏيئڙا ٻاريا پپر تي
پنن ڪدي ساواڻ!



هڻ پٽ، پڇ پڇار،
ڪير رهي سنسار ۾
پر هي منتڙا ٻار!



ڌوپ، اُهاءُ، هڳاءُ،
ڇڙ ۾ گهٽ وڌ ٻار کي
ڳالهايو پئي ماءُ!



ماءُ ڏنس پئي مار،
پوءِ ٻہ چنبڙي ماءُ کي
سڏڪيو پئي جو ٻار!



ڏند ڪناري ڪنگ،
ڪاغذ تي اونڌا سنوان
ٻار لکيا پئي انگ!



آءٌ نہ کيڏون کيل؛
ماءُ بنا موڳي چڙي
مون وٽ ناهہ گليل!



گليءَ گليءَ ۾ شور،
اونهاري جون موڪلون
ٻار، لغڙ ۽ ڏور!



صبح، شفق جو رنگ،
ڪڏ تي هڪڙو ڇوڪرو
اُڀ ۾ سندس پتنگ!



هي ويچارو جهرڪ،
ٻارن ۾ ڦاٿو اچي
ڀري اچانڪ چرڪ!



وسيو آسر ڪان مينهن،
ڪڏ تي ڪينهون ٻار جو
پُسيو سڄو ئي ڏينهن!



جمنا ۾ اشنان،
ٻُڪ ۾ ڇمڪيو سج پئي
ٻالڪ جو آيمان!



مــاءُ بنـان حيــران؛
پوپٽ پکڙيا ٻار پئي
رئـنـدي پـي نـادان!



کــڙکــي، آفــس رومر،
مــرلــيءَ جـي آواز تـي
جهـومر، وسيهـر، جهومر!



نـيـڻـن منـجـهـہ سـوال،
خـالـي هـٿ ٿهليل اڳيان
آهــہ جــواب مــحـال!



سـج، شـفـق، گـوڏول،
آفس کـان گـهـر موٽـنـدي
مـن چـو آهــہ مـلـول؟



سـکـٽـا سـکـٽـا ٽـار،
پـن چـٽـيـا، آڏريـا پـکـي
وڻ هـا چـايـادار!



هــيــڏا اُســريــا گـاهــہ!
راٽـي ڏاران ڪـاڪ جـي
ڪـيـر لـتـاڙي راهــہ؟



کنڌ ھر پراسرار؛
وک وک تي وڏندو وڃي
آھٽ جو آڪار!

منجھند، چمڪي رُڃ؛
آئي ڪي آئي اِجھا
ڇالون ڏيندي اُڃ!

منجھند، ليٽيل آنءُ؛
ڪنڌي تي ڳيرو ڪِريل
نم تي يرڪيل ڪانءُ!

خالي ڪنڌھر جاءِ؛
ڳيرو گھگھلائي رھيو
ھيءَ ويراني، ھاءِ!

ڊٺل قٽل ديوار؛
وچ ۾ بيٺل پپر وٽ
واٽھڙو ٽي چار!

ھڪ اُڪرس، بي باٽ؛
ڪنھن ڪنھن مھل ھِتان ھُتان
ٽاندائي جي لاٽ!


تنهنجي راند نہ راند؛
گهر ٿاهيو، ڍاهيو وري
وارِي پائين پاند!



مِليو هُئين مون سان بہ؛
تنهنجي مشڪ مِٺي مونکي
آهي ياد اڃا بہ!



وري ڏسڻ جي پياس؛
مُڙي نهاريم موڙ ڏي
دل ۾ رهي اُڪاس!



گل پوپٽ جي پريت؛
جو پوپٽ جو گل هجي
سڀ سان ساڳي ريت!



هيءَ گونگي چاندڻ؛
هڪ جوڙي وِيني ڪئي
ڪلهہ هت روح رهاڻ!



چنڊ هنيو پڙ هيئن؛
ھوُ بہ پڪي آڪاس ۾
ننڊ بہ ايندي ڪيئن؟



سرد پورنما رات؛
بنسي بٽ جي گهاٽ تي
راس نہ رس جي بات!



ريڊيو. سنڌي راڳ؛
چاءِ پيالي چُسڻ تي
نيٽين ننڊ نہ جاڳ!



مٺي مٺي سرهاڻ؛
ڪن لڳ ياڪر ۾ ڪٽي
چانڊوڪي ۾ آڻ!



در ڪڙڪايو واءُ؛
ڪوليمر پر ڪنهن ڪي ڪلي
چوان تہ اندر آءُ!



چٽي ڪنڍيءَ جو ٻورُ؛
نمر جا پيلا پن ڪِرن
واءُ وجي وهَلُور!



اوچو اُپ ۾ باز؛
هوُ بہ ڪبوتر پت متان
گِتِ گِتِ جو آواز!



ڏندي پکين جو گنج؛
ڪيڏي ٻيڪي سان اُڏيو
جهٽڪو ڏيئي هنجُ!



هلڪي هلڪي هِيرَ؛
ٻر تي بيٺل ڪنگ جا
پير ڇُٽا پئي نيرِ!



ڇِتر ڇِٽڻ جو موهه؛
ٽي ٿي ويو منهنجي هٿان
رنگ- رتو اڄ ڏوهه!



پکڙيمر پئي پوپٽ؛
سهٽي سهٽي ڦول کي
ايئن لڳي ويو جهٽ!



هوليءَ جي پريات؛
ڪيڏا ٻگ ڏيئي ويا
رنگ- رتي سوغات!



نڪتو چيٽي چند؛
هيءَ حقيقت حال جي
هي ماضيءَ جو مند!



ڪوئل جي ڪونجار،
رکي رکي ٻڌجي ڪئي
تترن جي ٻہ تنوار!



ڪيڙيل آهہ زمين،
هي هاري، هَرُ ۽ ڍڳا
چُرندا ڏٺا تہ ڪين!



اُڀ ۾ ڦڙڪن ڪنب،
دوُر دوُر هڪ ڳاڻ جي
هلڪي هلڪي رنب!



ڪنيو ويا پٺي سَرُ،
هاري گهر ڏي پٺي وريو
ڏٺي ٻنيءَ ڪي هَرُ!



ڪوئل جي ڪونجار،
دونُهون جيٽ جهاز جو
هيءَ جمنا جي ڏار!



ڪُرلائيندي ڪونج،
نڪري ويئي دوُر، پر
اجا فضا ۾ گوُنج!



روٽي ڏيڻ ثواب،
ڪُتا اٽڪيا پاڻ ۾
سهڪي سهن عذاب!



ڪوئل! لنوندي جيءَ،
جنهن کي پُٽ نہ ڏيءَ ڪا
جنهن وٽ ماءُ نہ پيءُ!



ڪوريئڙي جا ٻار،
پنهنجي پنهنجي ڪُنڊڙي
پنهنجي پنهنجي ڄار!



سورج جو پرڪاش،
لڙهندو ويو پئي واھ ۾
هڪ ڪُتي جو لاش!



ڪانوَن جي ڪان ڪان،
نوريئڙو ڇچري وئي
موٽر تيزي سان!



پيرن جو آواز،
ڏيري دروازو ڪُليو
ويو بند ٿي ساز!



ڪيڏو لنبو ڏينهن؛
بيڙي ساحل ساڻ اڄ
اوري ويٺي نينهن!


ترس تہ توري دير؛
ساوا ساوا چھڄ پن
پيلا قول ڪَنير!


پٺي اچانڪ آڪِ؛
پيلي قول ڪنير مان
نڪتي ماڪيءَ مڪ!


هيءُ تہ صرف ہہ نيڻ؛
هڪ هڪ پوپٽ پوئتان
سهسين سهندا ويڻ!


نور ڀري نيراڻ؛
ڪوئل جي ڪو ڪو سنهي
سَرهي هيءَ ساواڻ!


ڳاڙها ڳاڙها ٻير؛
تورائي چاٺي وٺون
ڦٽجن ڀل هٿ پير!


هـيءَ جـمـنـا جـي ڌار،
ڪنڌيءَ اُپيون ڪيتريون
تـالـهـيـون ڪـري قـطـار!



ٽـڙڪـو ڏيـئـي تـار،
جـٿـن ٿـي ٽـڙ ڪـان ڌار ٿـي
بـونـدون ٽـپـڪـيـون چـار!



هـڪ نـنـڍڙو واهـڻ،
ڪـڏ جي پرتي هڪ مڙهي
بـڙ جـو قـديـم وڻ!



هـلـڪـي هـلـڪـي چـاٽ،
ڪوئل جي ڪو ڪو سنهي
وٽـن منجهـان هـيءَ واٽ!



هـيـڏو سـارو جـهـنـگ،
چـا ٿـئـي جـي نـہ ملـي وجـي
ڪنهن رانجهُو جو سنگ!



مـور مـور ٿـي مـور،
هـتـي هـتـي اوري پـري
شـور شـور ٿـي شـور!



بارش بس تي هاڻ؛
چمڪي ڪيڏي يت متان
سينور جي ساواڻ!



پورا تي ويا مينهن؛
ڪانگ لنوڻ ڏاران لنگهيو
شراڏن وارا ڏينهن!



ٿانڊاڻي جي لاٽ؛
پويان پوندڙ ڪي بہ هٿن
وجي ڏسيندو واٽ!



وڻ ڪي لوڏيو واءُ؛
سرسر ڪندڙ پنن وچان
جگنوءَ ڪيو اُهاءُ!



ڪونج اڙي او ڪونج؛
ڪڏهن تنهنجي لات جي
تي پهريائين گونج؟



چمڪي چوڏس چنڊ؛
هنڌ متان چادر آجي
اُن تي وڻ جي [illegible]!



تُلسين جي سرهاڻ،
وينو هوس آڳنڌ ۾
شعر لکڻ جي ڪاڻ!



نالو نامعلوم،
ليڪن هن وڻ ۾ تڙيل
هيءُ بہ گل معصوم!



آلبيلو ٽانگر،
سورنهن سال آڳي بہ هو
سهڻو اَڄ وانگر!



نم وراڻي ٻانهن،
ڪيڏي ڪروٽا مان ڪئي
رتن جوت تي ڇانهن!



انبر نيل - ورڻ،
لال قلعي جي پوڻتان
املتاس جو وڻ!



آننت جو آحساس،
ٻڙ جو وڻ مندر اڳيان
مٿان ڪليل آڪاس!



شام، سڙڪ پڙ پانگ،
سامهون سُرندو پئي ويو
هڪ چٽڪمرو نانگ!



پٽ تي تيو ٿهڪو،
ڇت تان هڪ ڪِرڙي ڪِري
هانوَ آندر دهڪو!



رات، سڙڪ سنسان،
پاسن کان بنگلا آيا
روشن روشندان!



چورو ڏاڱا ڏار،
سُئي بہ ليجي کانہ تي
هڪ ولهہ، پيو آنڌڪار!



ايڏو سيءُ نسنگ،
سامهون ڏئو جلي رهيو
ڏونڪي ڪونہ پتنگ!



تِڏ تہ آهي جيت،
پوءِ بہ اڄ ڇين ڇين سندس
پاسي ڇڻ سنگيت!



ڪيڏي سوڙهي جاءِ؛
ڪيڏي رات وڏي هئي
مچر ييي تولاءِ!



تيز اُتيو طوفان؛
وٽن آندر پيهي ويو
جهنگل ۾ سنسان!



گندو نالو، بُوءِ؛
بيٺل پاڻيءَ ۾ بکي
سچ جي روشن روءِ!



سانت آڏول پهاڙ؛
پهٽن ۾ پيهي وئي
قتيل شينهن جي راڙ!



صبح سويري چاءِ؛
ياد مهاندو کو پيو
کلمک سهج سُياءِ!



باک قُتيءَ جي وار؛
سچ چِٽڻ آسان، پر
شفق چِٽڻ دشوار!



آمرت پيني نهارَ،
سونو سونو رُوپ ۽
روپا روپا وار !



سنجها جي تاٽي،
مرڪي پڇڻ لڳي: ڀلا
ٻتي رڪان آٽي؟



ٻتي جلايم جيئن،
ڳملي منجهه گلاب جو
چٽي ڪريو گل تيئن!



بس لاءِ لنبي قطار،
ڪنهجي ويٽيءَ جي آچي
رڪي رڪي هيڪار!



مَر مَر جهڙي ٻانهن،
مون نہ ڏٺو ڪي هن ڪنئي
آڳر پئي ڪيڏانئن!

سنڌڙي [illegible]

پڪڙيم هن جي ٻانهن؛
سَمهون چتر "سيتا هَرَن"
نڪري ويئي دانهن!



الڪو سرخ هڳاءُ،
لُڏن چنبيليءَ جونا وليون
نم جو سبز ڇُهاءُ!



اي گل ائن نہ سِڪاءِ؛
پوپٽ جا رنگين پَر
هرڪي تون تہ نہ پاءِ!



تنهنجي موٽرڪار؛
نظرن کان نڪري وئي
ڪوئل جي ڪونجار!



دل تي هُئي مونکي بہ؛
مهڪي چانڊوڪي بہ پئي
ليڪن ان هوندي بہ......!



[illegible]
[illegible]
[illegible]

رات تکل سنسانَ؛
چاندوڪيءَ جي بار کان
وجهلي ريگستان!



ڪليءَ ڪِدي سرهاڻ؛
ڪيڏي ڏورانهين لڳي
چندَ چِٽي نيراڻ!



سازن جو آواز؛
سُر سان شامل ٺهڪڙا...
منزل دور دراز!



موتي ياڳ سندن،
سون ورنيون سوڍيون
رُپي رانديون ڪن!



ڪيڏي ننڊڙي رات!
باقي آهه گهٽي رهي
منهنجي، شيام، حيات؟



آچڙو آچڙو چندُ؛
باک ڦٽڻ سان ئي ڦُٽو
چاندوڪيءَ جو مندُ!



سنڌو لوڇ لڙات،
منجهند، سج جو اولڙو،
لهر لهر چمڪات!



لهرون، ڪُن، وچ سير،
ساڳي ئي گنيير آڇ
سنڌوءَ جي تصوير!



بجليءَ جو چمڪات،
اونده وهندي پئي وئي
سنڌو لُڙ لُڙات !



سن گگن ۽ پات،
ڪيڏي تيزيءَ سان ڪڍي
ڪرنڊڙ تاري لات!



اُڏي عرش ڏي ڪونج،
ڪوئل جي ڪونجار جي
رَسي اُفق تي گونج !



ساڳي هيءَ سڳنڌ،
ڪاله آرتيءَ جي سمي
وينو هوس جنهن هنڌ!



چوڏس چانڊاڻو،
اڱيان رسالو شاهہ جو
سُر مومل راڻو!



رِڌ سِڌ جهڙا ٽوڪ،
ويهي سمجهايا مونکي
ساميءَ رات سلوڪ!



پونءِ پلايو پال!
رهندا هٿن پيرا پُٺيان
هوم نہ خواب خيال!



وهنجي آمرت ويل
نڪتس جپ صاحب پڙهي
مُک اوجل رابيل!



لپ ۾ ورتم ڏات،
تلسيءَ جو پاڇو پيو
ست نارايڻ رات!



پوئين پهر سڪوت،
پوتي نيڻ ٻُڌي رهيو
سُن شبد اوڏوت!



اکيون آڏوريون بند!
آهڙي ڪائي ڪلپنا!
آهڙو ڪو آنند!



نازڪ نرم نهار!
آهہ سيان جي ڪلپنا؟
يا ڪا ڪلهہ جي سار؟



# قطعا

بند ڪمري ۾ هيس مان، ڏوپ جو جهيٽو اُهاءُ
ڏوپ ڪامي رک ٻٽيو، بس هاڻ هو هلڪو هڳاءُ
واس جو احساس پڻ ويندو رهيو، اوندهہ رهي
پوءِ پوئين رات ڪڙندڙ چنڊ جو ڏنڌلو لقاءُ!



ڊنڊ اهڙي نہ هئي جنهن ۾ تڙيل هو نہ ڪمل
ڪو ڪمل اهڙو نہ هو جنهن ۾ نہ هو ڀؤنر لڪل
ڀؤنر ڪو اهڙو نہ هو جنهن نہ ٿي گنجار ڪئي
اهڙي گنجار نہ ڪا جنهن نہ ڪئي دل بيڪل!



چنڊ ڦھلائي چوطرف چانڊاڻ
جنھن ۾ سنگيت ميء سمايل شانت
شانت جي سونھن من کي موھيندڙ
سونھن جي رات، رات جي ايڪانت!



صبح جو ماڪ ڀنل ھير گھلڻ جو آواز
ھير کان ڏنڊ ۾ پاڻيءَ جي ڇُلڻ جو آواز
شيام پاڻي ٿي ڇُليو، ڦول ڪنول جو ٿي کُليو
نرم ڪيڏو نہ ھيو اُن جي کُلڻ جو آواز!



چنڊ تارا ۽ سانورا بادل
رات جي اڄ ڏسي ڪو جھلمل جوت
جوت ڏنڌلي ۽ چانورو روشن
دل ۾ خواھش، دماغ ۾ ڳڻ ڳوت!



اُپ آھہ پري جي تہ ڇا، ڏرتي تہ پري ناھہ
جھرمر جي نہ تارن جي تہ ڦاديپ سجايون
جيون جو اُجالو نہ مٽيءَ جوت ڪري صرف
ڳڏجي نہ سگھيا روح تہ اڄ ڇپ ٿي ملايون!



ٽي ڀري سنگيت سان دل کي سنڌءِ موجودگي
ان مذر احساس تان قربان دل، اکڙيون نثار
تنھنجي ڪومل جسم ۾ ننڊاکڙيون سؤ راڳڻيون
جنھنجي ڇيڙڻ لءِ نظر گھرجي تون آھين سا ستار!



وک کٹڻ سان ڪئن نہ چمڪي چير، چڪمن گھنگرُو
ان مٺي چم چم تان صدقي پرتويءَ وارن جو گيت
ديوتائون پڻ ٻڌن پيرن جي آهٽ ڪن ڌئي
چال تنهنجي پانءِ چنچل چمڪندڙ تارن جو گيت!



نينهن مجبور بڻيو سونهن جي سامهون ڪيڏو
سر جهڪائڻ نہ گهري، اک بہ ملائي نہ سگهي
ڪشمڪش سونهن جي دل ۾ بہ هئي چا نہ عجيب
اک ملائڻ نہ گهري، سر بہ جهڪائي نہ سگهي!



آلا ڪنهن ائين ڳائي سسڪي پري
پڙاڏي جون لهرون لڳائي ويون
مُڙي دور تائين ڏٺو مون، مگر
هيون اُج ۽ رُج جون وسعتون!



تنهنجو ڪوتا - ڪٺ ڪولي اچ
شعر شعر ۾ مون پئي ڳولي
لولي، جنهن جي ٻڌندي ٻڌندي
تو هن دنيا ۾ اک کولي!



مهني ۾ هڪ ئي رات تہ آهي اُماس جي
ڪهڙي سبب نراس ٿي گوندر ۾ دل گڏيون؟
اچ شعر جي زمين ۾ تارن جي چٽ چٽي
سنڌيءَ جي اِئن سيان اسين روشن ڪري ڇڏيون!



نيرو پاڻي، آچڙي واري، سائو سينور پيي
پوءِ بہ خالي ڏيند ڪري اڄ هنج اُڏاڻا ڇو؟
يڪتاري تي جي ڳائي ڪو ڪافي قرب ڀري
آهي ڪو امڪان ڀلا پوءِ تن جي موٽڻ جو؟



جا چڙي وڏڙا ويا ڪنهن کي تہ سا دولت ڏجي
پر ڪو وارث تي وڏي اڳتان اچي پيي هڪ بہ پير
شاهہ سامي ۽ سچل، دلپت سچاڻڻ ٿيا پري
شيام جي ٻارن کي سڌ ناهي تہ آهي شيام ڪير!



چنڊ جا ننڍاڪڙا ڪرڻا دريءَ جي ڪاچ مان
هنڌ تي لچندو مون کي گهورين پيا ڳچ دير کان
ڪئَن چوان مان ڪين: اي خوش قسمتو ڇا ٿا ڏسو
ننڊ سک جي آدميءَ جي ڀاڳ ۾ آئي ڪٿان؟



سڀ گل چٽن سرءُ ۾ ۽ مڪڙي نہ ڪا ڦٽي
مرجهائجن نہ، صرف ٽڙن گل بهار ۾
ساراهہ هن جي، هن جي شڪايت ڪندڙ، ٻڌاءِ
توکي اچي ٿي ڳالهہ اِها اعتبار ۾؟



ميڙي چوندي سڀ لٽائي پئي گلن
چنڊ تارن پئي مٿان ڇوڙ پوڙ ڪئي
هير پئي سرهاڻ جون ڳنڙيون ڀريون
رات اوڏي چاندني ليٽي پئي!



ڪوڪا لڳل پٽين تي ۽ ڇاري پريل ڪنڊون
ڪيڏا نہ تہ مٽيءَ جا ڄميل، شيام، فرش تي
مسواڙ تي مڪان هي ورتو اٿم، مگر
رهندو هو پهرين ڪير ۽ نڪتو ڪڏهن ڇڏي؟



آنڌي تہ آئي سخت مگر هاڻ ماٺ آهہ
ان هوندي پڻ وڻن مان ڇڻن پن هِتي هُتي
سهميل پکين جي لات تي ٻڌجي رکي رکي
چرپر ذرا بہ تڏي تي تہ هيسائي تي ڇڏي!



پٽ تي وراٺ روپ جي تصوير فريم ۾
سڀ جيوَ جنهنجي مک ۾ تي پاڻهي اچي پيا
ڪرڙي بہ ڪٿَن نہ چپ هٽي ويئي هٿي پنيان
ميڄر مکيون اڳيان اچي جنهنجو تي بک تيا!



ڏوهہ من تان شهر جا پاڇا بہ ڏوهہ
شهر جي دز جا بدن تي، سا بہ ڏوهہ
★ آهہ بندرا بن ۾، ڪالي- ڏهہ تي ويهہ
ڪال سان پنهنجا مڙئي رشتا بہ ڏوهہ!



** نگم بوڌ ۾ هي وڻن جون قطارون
۽ ڪيڏي نہ گهاٽي تڏي ڇانوَ تن جي
انهيءَ ڇانوَ سان ٿي ملي بيٺي بيٺي
آلائي گهٽن جا ويا پاڇا هڪ تي!



---

* ڪالي - ڏهہ: بندرابن ۾ هڪ گهاٽ.
** نگم بوڌ: دهليءَ ۾ شمشان گهاٽ.

نہ ڪو اُهاءُ نہ دونهون ڏسڻ ۾ آيو ٿي
ڪنن تي پٽڪ نہ پيئي، ٿي ڪنهن رنو نہ ڪليو
جتي فقير جي آواز تي ڪليو در ٿي
اُتي سجڻ جي سڏن تي نہ ڪو جواب مليو!



آدمي آدميءَ کي سمجهي سگهي
آدمي آدميءَ کي پيار ڪري
سمجهہ پنهنجيءَ تي چو نہ فخر وٺي
چونہ هن واسطي ڪو هام ڀري!



جهل ڪيل ميوو چنڻہ جنهن سان عدن جي باغ ۾
هٿ اهو تنهنجو جهلي هٿ ۾ ڀڪوڙيان چو نہ مان؟
جن کي چوري تو ڏني مونکي هئي اُبتي صلاح
چپ اهي تنهنجا چپن سان اچ نپوڙيان چو نہ مان؟



ٻاهر وسي تو مينهن تون ڪيڏانهن تو وڃين
بادل گجن ۽ وُنڪ وراڪا ڏين وڄون
چمڪي اکين ۾ چاهہ ۽ دل ڌڙڪي شيام، ويهہ
جڳ مينهن ۾ ڀڄي ۽ اسين نينهن ۾ ڀڄون!



مونکي ڏسي، چپن ۾ تو هلڪو هلڪو مرڪيو
تو صرف هلڪو مرڪيو چوريو نہ پر چپن کي
ان وقت دل ۾ ٿي ڪا محسوس ڪتڪتائي
ايءَ ٿي تہ ڳالهہ آهي جنهن واسطي سڪيس ٿي!



ويهه هن هانو جي هندوري ۾
آءُ، لوڏيانءِ پراڻ- ڏوريءَ سان
شيام سنسار ۾ جيان جيسين
ڏار دم لءِ تيانءَ نه مان توکان!



رات، گهر ۾ خاموشي، ميز تي بتي روشن
۽ بتيءَ جي چوڌاري روشنيءَ جو گهيرو هي
هڪ ڪتاب گهيري ۾ تون اڳيان وينل هو
اک پٽيندي پُوريندي تيو اڃي سويرو پيي!



هيءَ جواني مٺي چيٽ جي راتڙي
آئي آئي اکين ۾ ئي نبري وئي
يا هئي خواب جي رس ڀني باتڙي
اک کلڻ ساڻ دل تان ئي وسري وئي!



ياد ماضيءَ جي، شام جو منظر
دل ۾ هڪ گهري حال جو احساس
آيون ڪونجون قطار ۾ اڏنديون
ويُون، خالي ڇڏي ويُون آڪاس!



آئي ان ريت رنگ نُور ڪٺي
منهنجي مايوس دل ۾ تنهنجي سار
* ٻاري جڻَن گهر جي ڏيوري ۾ ڏئو
شام ويلي نئين نويلي ڪنوار!

مورتي مندر ۾ شو يڳوان جي
هٿ ڪڇيل آسيس لءِ ان جو هيو
يا گهريائين تي هٿائڻ ”ڪين“ ڪي
”ڪين“ هيڏيءَ ڪي ڏڪي سگهندو بہ سو؟



بس ۾ ويٺي اڇي ڪا پاسي ۾
پرجي سرهاڻ سان ويا سپ سوانس
جئَن بس اسٽاپ ڪان هلي ڪي اڳيان
گندي نالي جي ويڙهي ويئي بانس!



بس جي ڪڙڪين منجهان نهاريم پئي
رستو ساون وڻن هو ڀڪايو
بس ۾ تو ڀيڙ ياڙ ۾ اُلجهي
پنهنجي دل ڪي اڃايو ايذايو!



پسيني پريل ڀيڙ ۾ بس جي بيٺي
تي ڪنهن سينٽ جي ڇاٽ محسوس ٿئي اِئن
رکيل گهر اڳيان گند جي ٽوڪري مان
ڪمائل گلن جي بہ خوشبو اچي جئَن!



مُورتي مشڪندي رهي تنها
ڪوئي سامهون نہ هو نہ ويجهو هو
سنگ مرمر جو يادگار جسم
[illegible]

موٽرن، اسڪُوٽرن، ياري بسن جي شور ۾
چوُ تہ ڪنهن وڻ جي پَنَ جي سرسراهٽ تو ٻڌي؟
روڊ تي ڪنهن ڏينهن بيهي وڻ جي گهاٽي ڇانوَ ۾
ڪنهن ڪبوتر جي پرن جي ڦڙڦڙاهٽ تو ٻڌي؟



هوس وڻ هيٺ بيٺو منجهند جو،
لُڪ لڳيَّ ٿار ٿار ائين ٿي لڳيو
ڇانو هيڏي سري ٿي هوڏي سري
ڪڏي رومال مون مٿي تي رکيو!



هيون ڏسڻ ۾ تہ ٻاريون گلن جون هڪجهڙيون
رکي رکي مگر آيو هوا جو جهونڪو جو
ڪٿي تي پاڻ سان آيو اُنهنجي خوشبو جئن
تيو تي دل تي اثر هر دفعي نيارو، ڇو؟



پاڻ پسائڻ لءِ هرڪائين
پاڻ پڌائڻ لءِ هرڪائين
واندي ويهي ويهي بر تين
من هرڪائڻ لءِ هرڪائين!



ڪجهہ تہ ڇٽو ڪجهہ ڏنڏلو ڏنڏلو
ڪجهہ تہ لڪل ڪجهہ دور نظر کان
پورن روپ ڏٺو ڪنهن تنهنجو؟
ناري! تون تارا منڊل جان!



توکي ڏنو مـون جيترا ڀيـرا، الائي ڇـو
توکي ڏسڻ تي دل تي تيمر تئَن وري وري
جئَن جئَن تي راڳڻيءَ جون مون سمجهيون نزاڪتون
اُن جي ٻڌڻ تي دل تي تيمر تـئَن وري وري!



وئينءَ صبح مندر ۾ درسن ڪرڻ پئي
هيٺ وهنجي سهنجي نئين ڊريس پاتي
چني ٺاهي ڇاتيءَ تي، هرهر ڏنئه پئَي
اِئين هانو ۾ ڇا تو پاتي تي جهاتي؟



ٻنن منجهان منهن ڦول ڪڍي اڄ
رکي رکي پئَي ڪئَن نه نهاريو
ير ۾ اڇي پر ڀيري ڀيري
ڀؤنري هڪ نه ٻئي گُونجاريو!



ٻارن جي وچ ۾ ٻار ڪتي تي لڳينءَ هينئَر
ڇهري جو رنگ اور ادا اور پئَي لڳي
ٻن آڱرين ۾ هوءِ جهليل گل گلاب جو
اٿن پئَي لڳو ڪليءَ منجهان نڪتو هو گل ڦٽي!



اهڙي کهڙي ڳالهه هئي جو
ٻاڻ ۾ ڦولي پئي نه سمائينءَ؟
منهن تي مرڪ، اکين ۾ هُرڪُر
ساڄي سينڌ ڪڍي اڄ آئينءَ!



بينس مان موڪلائي تہ ياپيءَ چيو ڪلي:
”هوندين هتي اجا بہ تہ، پيرو ڪجاڻ پيو.“
در تائين ساڻ ساڻ  چڏڻ واسطي هلينءَ،
ويجهو اچي چپن ۾ چيو تو: ”وچين بہ تو!“



مرڪي وينين ڪلي ڪيئہ ڳالهيون
مون تہ سمجهيو تہ ڪا گهڙي وهندين
ڳالهہ اهڙي تہ ڪنهن بہ ڪانہ ڪئي
جو گهڙيءَ ۾ ڏسي أتي بيٺين!



آئينءَ أتي تون نند منجهان اِٿن بہ تہ ناهي
هن مهل ڪو وهنجي بہ تہ تون ڪانہ اچين تي
ڪمري ۾ هئَينءَ پنهنجي سچو وقت اڪيلي
پر پوءِ بہ ڳاڙهيون چو اکيون؟ چو نہ ڏسين تي؟



سهاڳ رات جي رائي ڏسي ڏسي درپن
سليس سونهن کي هڪ رات ڪَئَن سجائي وئي
ڪجي نہ پيئي رتيءَ رات بعد اک، ليڪن
ڪجي ڪجڻ سان ئي ڳالهيون نيون پڌائي وئي!



سهاڳ رات جي سوپيا سمائي نيٽن ۾
أتي سويل، چڏي سيج، مسڪرائي هلي
اِجهو هي آڱريون منهنجون اجا پيون ڪنبن
هٿن مان منهنجي چُني پنهنجي ائن چڏائي هلي!



گهوٽ کي سمجهي سمهيل نئَڙي ڏسڻ منهنڙو لڳيس
ڳل سندس ڳل تي رکي چپ چاپ ۾ ليٽي پئي
هُو بہ چپ سمجهيائين جي چرندس تہ جهٽ ويندي اُٿي
شانت رس، شرنگار رس ماٺ ٿي چپ چپ ٿئي!



ڪن مٿي ڪن هيٺ تو نظرون ڪري
ڪجهہ چپن ۾ ئي چٽي چرچا ڪيا
ڳالهہ جي ورندي ڏنئہ شرمائجي
پوءِ پيي تنهنجا گلابي ٿهڪڙا!



پُريءَ جي ياترا جو پيچ تو پاتو
وچي ور سان،اتان سک ساڻ آئينءَ تِي
مگر اهڙو ڪٿي هو رُوپ اڳ تنهنجو
لڳين تي مورتي 'ڪوٽارڪ' مندر جي!



ڪري آئي اشنان، چوٽي ڪيائين
ڪلي مڙس ڪي تلڪ جي لءِ سڏيائين
ڏڌيو مڙس جو هٿ. ڦِڏو تلڪ تي پيو
وٺي هٿ چميائين ۽ دل تي رکيائين!



ٽيو هلڪو آواز ۽ در ڪليو
چيائين تہ هيٺان ڏسي تي اچان
دريءَ مان ڏٺو پيي هٽائين، مگر
چڏي ڪم لهي آئي جهٽ پٽ مٿان!



يلا نانءُ گل جو پڇي ڇا ڪندين؟
اِجهو وٺ، ڇٽي گل ڏٺي تو ڪليو
وڏايو مون هٿ ۽ تون آئين وڏي
مونکي دل گهريو ري گهريو ٿي مليو!



گهڙيءَ ڏي نهاري تو در ڏي نهاريو
اڇي آرسيءَ جي اڳيان چوٽو ڪوليو
ڪيڏن سينڌ وينيءَ نہ ٽيو در تي ڪڙڪو
جهلي وار هٿ ۾ اٿي در تو ڪوليو!



اڄ تہ ڪا ٻي ئي هئي تنهنجي چهري تي چمڪ
۽ هئي ان تي نہ ڪا ڏندلاهٽ اڳ جيان
ڪين شڪجي ٿي ڏٺئہ ۽ نہ ڪي هٻڪيءَ ذرا
پر ملائي اک مليءَ ڪيتري وشواس سان!



نہ ڪجھ توئي ڳالهايو نہ ڪجھ مون ئي ڳالهايو
ٻنهي رات هڪ ٻئي جي ڇپن تي رکيا چپ ها
جٿين پاڻ ۾ ڇهنبون ملائن ٻہ پاريهل
اِٿين بند پلڪون ٿيون ڏسڻ لاءِ هو ڇي ڇا؟



حواسن سان مون تنهنجو سنگ ماڻيو
جدا ٿيندين مون ڪڏهين ڪونہ سوچيو
رهٿين پر روح ۾ ائن، توڪي اڄ ڀي
ڇهان پيو، مان ڏسان پيو ۽ ٻڌان پيو!



ياتري هردوار ۾ بس هر جي پوڙين تي اسين
هٿ جهلي منهنجو، ڏنئہ ڪيڏي نہ شرڌا مان تهي
منهن ڪڍي تو ڪئَن نہ جئہ گنگي چئي مون ڏي ڏنو
پاڻ ڏي مون کي چڪي مون سان تهي ٻيهر ڏني!



تاريم گلن جي ٻيڙي ٻاري ڏئو انهيءَ ۾
گنگا جي وهڪري ۾ ڪيڏي نہ سا وٺي پئي
اوجهل اجا اکين کان اُوءَ ڪانہ تي هئي جو
ڪنهن کن هوا جي جهوٽي ناري ڇڏيو انهيءَ کي!



هئي پيڪن ۾ ڪلهہ آئي لڳي پئَي ڪئَن نہ مرجهايل
پڇيس ور ور ڪري سيني: يلا ڪئَن ساهرا آتئي؟
چيائين نيٺ ڪاوڙجي: لکان تي خط وجي"هن" کي
وني مون کي وڃو جلدي جو ڪن تا تنگ هٿ سيئي!



ٻڙي! ڏيئَڙي تنهنجي ڪيڏي نہ سهڻي
نِياڻو وتو سانورو ئي اتيئي!
امان ڪجهہ چيو تي، رهيو ٿيو نہ مون کان
چيم: سانورو پر ڏنو ڀي آتيئي؟



ڳل ۽ ڇاتيءَ تي، تريءَ تي ڪاهي هٿ جي، ان طرح
ساڇي هٿ جي آڱرين سان ڪهڙا چٽ ٺاهين پئَين؟
هئَن نميل نظرون، نهارين چٽڪ پنهنجي پاڻ ۾
جو نہ ڳالهائين سکي! ڪنهن لاءِ ائن سوچين پئين؟



* گيت جو پتي هن جو هن لءِ آهہ ڳائيندو
آرسي ڏسي رمٽي گنگنايو ٽي سر سان
پانءِ پؤنر کي ڏيئي جاءِ جيءَ ۾ پنهنجي
شيام، گنگنائي پيو پاڻ ئي ڪنول اُن جان!

❖

ليٽيل هئينءَ سويرو دريءَ ڏانهن منهن ڪري
مُورت تنگيل هئي گرو بابا جي اُن مٿان
مورت ڏسي ٽي تو مشڪيو رکي رکي
منهن تي پيئہ ٽي ترورا سج جا دريءَ منجهان!

❖

صبح چڙهايو تو جل جنهن تي
۽ سنجها جو جوت جلائي
کونڊيءَ ۾ اڄ ڪاريون ڏانڊيون
هاڻ ڪٿي سا تلسي سائي؟

❖

خواب تنهنجو تہ هئڙي جاءِ هجي
جاءِ اهڙي نهي تہ تون ناهين
اڄ اسين تنهنجي خواب ۾ آهيون
خواب ۾ پر اسانجي تون آهين!

❖

منهن موهہ پريو تنهنجو ڏسي رات سمهيس مان
منهن مرڪ پريو صبح اُٿڻ ساڻ ڏٺو مون،
سورج مکي سج لءِ تہ اجا آهہ اڳي جان
مون ڪاڻ مگر هاڻ اڻين آهين ڪٿي تون؟

❖

---

* پتي = مڙس، ورُ.

ان ڏينهن جڏهن هوندس بہ نہ مان ۽ ياد پوان نہ پوان توکي
منهنجي کنڌهر اسٽوڊيو ۾ اچجانءِ اگر مان ياد پوانءِ
کي پرنٽ ٽيل کي نيگيٽو الماريءَ ۾ فوٽا هوندءِ
بس لاهي انهن تان تهہ دز جا ڏسجانءِ ڏسي ڪجهہ ياد ڪجانءِ!



پوهہ ۾ سانجهيءَ سمي توسان ملڻ آيو هيس
مس بہ تارا ها ڪڙيا، اوندهہ اڃا ايڏي نہ هئي
تو وٽان جڏهن موڪلائي شيام نڪتس، واٽ تي
ٿڌ تہ هئي، تارن جي جهرمر پڻ مٿان ڪيڏي نہ هئي!



تو سان ڪرڻ صلاح جو سوچي هميشهہ جان
سنهري سگهوئي شام جو نڪري هليس گهران
گهر تائين تنهنجي پهچندي تمجي قدم ويا
تون اڄ ڪٿي هُئين جو ڪريان ڪا صلاح مان!



وار پنل، منهن سرهو، گهري شرڌا نين ۾،
چپ بہ چُريئہ پئي ٻاهر نڪتينءَ جڏهن اشنان ڪري
نيڻ ڪٽي ور ڏانهن ڏسي، جل تلسيءَ تي چاڙهي
تلڪ ڏنئہ آليءَ مٿيءَ مان ساڃي ٻاچ پري!



زندگيءَ جي لاءِ عزت ڪو اڇي توکان سکي
پوري سوري حال ۾ پي زندگي سمجهيءِ دعا
ماءُ سمجهي، تو تہ ننهن کي پي نہ بخشيو ڪنهن طرح
جي ڪڏهن پنهنجي جٽئي کي پڻ سڏيائين، "او مٺا!"



گهمي صبح آيس ڪٽي گل به ٽي
رکيو ميز تي ٿاهي گلدان مون،
هيون شام جو ميز وٽ پنکڙيون
مٿان ميز جي بس بصر جون ڪلون!



ها ڏينهن ڊسمبر جا، هيو سيءُ به ڪيڏو
ڪڙڪيا تي سندم ڏند، هٿم ڏڪٽي لڳن پر،
فوٽو ٿي ڏسي منهنجو تيس ڪٽن نه شڪي مان
موجود نه هوندي به ڪليو پئي تو چپن پر!



گيٽ وٽ انب جو وڻ پوڪيل هو
ڪسڪي نڪتو هو گلابي گل پي
نڪتي بنگلي مان نندي نيٽي پئي
شاخ نٽڙائي سنگهڻ گل بيني!



جڏهن ڏس تڏهن در تي بيٺي هئينءَ
اچانڪ تي توکي ويو چا سڪي؟
لڳي تو ته آيو اتيئي ڪو گهر
اگڻ تائين ٻاهر جو نڪرين نه ٽي!



هياسين جدا پر جڏهن پريت مُرڪي
گڏياسين، نه لڄ تي نه ئي ڪجهه شڪياسين
مون ڏيندي تي ورتي، تو ونندي ڏني تي
خوشي مرڪ جي ائن به ماٺي سگهياسين!



ڪير ٻڌائي اڪ اُلتي
ڇا ڇا هاڻ ڏسي پيئي
رات پني جڏَن، هيءَ تڏَن ئي
تارا چنڊ ٽپي ويئي!



اڇي لباس ۾ ڪاليجي ڇوڪريون ٽي پريان
ڪلهو ملائي اُپيون ٻانهن ٻانهن ۾ ڏيئي
مڙي ڏٺائون ٽي ڪاليج جي نئين بلڊنگ
لڳيون ٽي وسري ويل سهڻي خواب جان ٽيئَي!



اڄ پنهنجي ئي ماضيءَ ۾ ليو پائي نهاريم
مون پاڻ ڪي کهڙو ۽ الائي ڇا ڏٺو پئي
جڏَن ڇير منجهان در جي ڏٺم پنهنجو ئي ڪمرو
ساڳيو ئي هئَو پوءِ ٻہ ساڳيو نہ لڳو پئَي!



ٻيج جي چنڊ وانگي ڪير اِئين
ڪنڊ ۾ ٽي ڪروُنڊڙو ويٺو
ڏنڊ ڇانيل هو ڇئني پاسن کان
چنڊ ڪيڏو نہ ٽي اُداس لڳو!



هئَا ميز تي ئي پيا سڀ ڪتاب
هئَا پين ۽ نوٽبوڪ پڻ ڪليل
گهڙيءَ ۾ ڪئَي راند پئَي ٻارڙن
لڳم، هوس گهر ۾ ئي پنڪيل پليل!



ديـر تائين گهر جي پورهئي ۾ هئي
چيا تہ ٿتڪي رات، ننڊڙي نائڪا
گيت جي گُن گُن ٻڌي جهٽ ڪم ڇڏي
ويئي ڀڄندي گهوٽ جي آيسار ڪا!



هار سينگار ڪنوار ڪري اڄ
پاڻ ڏسڻ ۾ مگنذ ٿي ويئي
اک آئيني منجهہ، چيائين:
”مومل! اڄ تہ وٽين اِئن پيئي!“



لهر تي لهر وري ٿي ۽ هٽي ٿي
رنگ هي من ۾ ويو موج اُٿاري
ڪامٽي ڪئَن نہ ٿي جذبات وهيٽي
ڏسي لهرن کي وري ور ڏي نهاري!



آلسي! سست چال! ويهي رهين ٿي؟
ٻُڌي، ور ڏي ڏسي فقط مشڪي
هٿ وڌائي سندس هٿن کي جهلي
موهہ وس پيٽ تي رکي ليٽي!



گهوٽ سان گڏجي وئي مندر ۾ درشن واسطي
ديو چرنن ۾ رکي گل هن مٿو ٽيڪيو جهڪي
هوس وارن ۾ پيل جو گل اڇو رابيل جو
پر ۾ بيٺل ور جي پيرن ۾ ڪريس، جٿَن ئي اُٿي!



* پنهنجي پيشانيءَ جي اجلي عڪس تي بندي هٽي
ڪلهه ڏسي درپن تو خوش ٿي گنگنايو ڪٿَن نہ پئَي،
بندي هٽندي پنهنجي پيشانيءَ تي اڄ ان جي اڳيان
عڪس تو بنديءَ جو بنديءَ سان ملايو ڪٿَن نہ پئي!



اڄ اوچتو آئيني اڳيان بيهي
اِن ريت انهيءَ ۾ ڇو ڏٺو پئَي تو؟
۽ مشڪي ڇپن ۾ ئي، گهمايئہ هٿ
اهڙو بہ ڇا محسوس ڪئَو پئي تو؟



اُهائي هجي پيي اُهائي نہ آهين
الائي ڇو اڄ تون تہ ڪا ٻي لڳين ٿي
نہ ڪو ڳهہ ڳنو، صرف بندي متي تي
سهاڳڻ، مگر سرس سهٽي لڳين ٿي!



آرسيءَ آڏو ڀهي تو ڪيو سينگار پئَي
هيڪلي هوندي بہ تو پئَي مڙي هر هر ڏٺو
گهر ۾ ڪوئي پيي نہ هو توٽي جو ان مهل تي
توکي ليڪن پڪ هئي ”هُو“ اتي موجود هو!



پين ڇپ تي، نگاهہ ڪاغذ تي
ويٺي سوچي ڇني لکڻ جي لاءِ
ڇا اتم دل ۾، سُڌ اتس ساري
ڇا لکان، ڇا اتم ڏسڻ جي لاءِ؟



* بندي = بنديا

پيڪن ۾ وڃي پهچ لکڻ کين پلين
اڄ آيو ٽپالي اهو خط تنهنجو ڪٽي!
تنهنجي پيشانيءَ ڪي ڇهيم جڏهن ورتم
تو بند لفافو هو ڪيو تلڪ هٽي!



پيڪن ۾ رهڻ جيترا پيرا به وڻين
مون واسطي آئينءَ تون منو موهه ڪٽي
هن پيري ٽڪينءَ پي نه گهٽو ماڻ پري
موٽينءَ ته ڪٽي موهه نه پر موهه ٻٽي!



توٽي جو ور چيس ته وڃڻ جي تڪڙ نه ڪر
ٻانهن مان هن جي پاڻ ڇڏائڻ جي هن ڪئي
اٽڪيس بٽڻ قميص جو وارن ۾، جهٽڪندي
ڇڪ کائي، سيني سان لڳي بيٺي 'آئي' ... ڇئي!



جي ڇڳون منهن تي ڪرن، تن کي ته تي پاسي ڪري
پر اکين مان هڙن ڪرن جي لڙڪ ڇا تن کي ڪري
اٿبٽت ور ساڻ تي آهيس، دل پرجيو آچيس
کين ڪجهه اُڪليس منهن مان ڏک ۽ ڪاوڙجي ڪري!



هٿ ڪلهن تي هڪ رکي بيٺي سان متي ڪاڏي ڪٽي
منهنجي منهن ۾ مرڪندي هڪ ٽڪ ڏنائين ڪٿن نه پئي
هورڙيان لوڏي پڇيائين: هٿن رنينءَ ڇاجي ڪري؟
ڦڙڪي ڦڙڪي اڌ ڪليا ڇپ پر ڪِي ڳالهايو به ٽئي!



رسي ويهي رهي، ڏسندي رهي چپ چاپ سانول ڏي
نماڻا نيڻ سانول جا هٽيا هن جي نہ مکڙي تان
ائين اڌ رات تي ويئي ٻنهي کي ڪل اچي ويئي
جُهڪي ڪلندي جئين راڌا، لڳايس شيام سيني سان!



ڏينهن ڪان پوءِ آيو هوس
مشڪئَين شيام، ڏسي مون کي
ڪيئَن چوان احساس ٻہ ڪو
اُڀريو تنهنجي چهري تي!



توکي حال ٻڌائيندي مُون
هر هر پئَي تو ڏانهن نهاريو
ڌيان ڏئي ائن سانت رهئَين تون
تنهنجي سانت نہ ڪجهہ اظهاريو!



مون سمجهيو بدڪ چاڻ ويندي اُڏامي
پکيڙيائين پنهنجا ٽي پر جنهن نموني
گهٽي لاڏ سان پر پکيڙيائين، ليڪن
مٿي تي نہ ڏرتي چڙي ڪنهن نموني!



هوا ڪنول کي رکي رکي
لوڏو ڪيڏو سخت ڏنو
پر نہ پسايو پاڻيءَ سو
ڏانديءَ مان نہ هوا کون چنو!



"اچا پيو تون جاڳين، سمهين چو نہ ٿو؟"
اِهو ٿي پڇڻ لاءِ چيئہ هاڻ جو،
نہ ورجائي ڪجھہ، مسڪرايئہَ فقط
الا، صبر ڪيڏو نگاهن ۾ هو!



بيهي آڳر ۾ وئي ڪجھہ ڏسي گنيير تي
صبح ڪيڏو پئي لڳي من منجهيل اُڏماند ۾
چهنب پائي چهنب ۾ چپ بہ پاريهل هئَا
پاڻ ۾ جهرڪيون بہ پڻ جڻ وڙهيون پئَي راند ۾!



سانت هيءَ شيشي جي هڪ ديوار جان
بن دلين جي وچ ۾ آهي جا اُڀي
مُرڪ منڙي صرف هڪ، ان لاءِ ڪبي
چوُر ٿي ان سان ٿي پٽ پوندي اچي!



رسامي ۾ ڳچ رات گذري وئي
تڏهن ڪين سرچڻ جي مس مس سجهي
نهيا، هڪ بئي ڏانهن ڏسندا رهيا
ڪئي ڪير واري جو نڪ نڪ اچي!



هٿ ۾ گراهي مرڪ چپن تي
پٽ ڪي هن جتَن ڪارايو پئَي
ڪائي بار ٿي منهن مچڪايو
سواد ماءُ ڪي جڻ آيو پئَي!



ٻار اڱيان هو ماءُ پٺيانئَس
شيءِ ڪٽندو، شيءِ ڪرندي پڇندي
ٻار ڪليو پئي گهر پئَي ٻهڪيو
پراڻ ويا هر شيءِ ۾ پئجي!



ممي ڏس ڪيتري مون مان
مٺي خوشبُو اچي پيئي
ممي جئَن ئي مُڙي، چارُو
پپي ڏيئي ڀڄي ويئي!



قل ها وڻ ۾ قول نہ ها
چو نہ اکين کي ڳالهہ وٺي؟
ڪيڏو من کي موهيو پئَي
ماءُ گود ۾ ٻار ڪٽي!



منهنجو هٿ پختو جهليندين عمر ڀر
دل ۾ مونکي ايءُ پڪو وشواس هو
تنهنجي هٿ ۾ هٿ جو پڳهريم لڄ وچان
تو نہ ويڏيءَ وقت ئي ڪسڪڻ ڏنو!



نيڻ هن جا نچيا پئي سياويڪ ئي
يا نچيا تي اُهي ايئَن مون کي ڏسي؟
ڪئَن بنا تال ليہ ۾ ڪنيئہ پير پئَي
ڪيس ڏسندي او منهنجي سيائي سکي؟



نہ ٿي تِي سگهيو جو سکي! جاڳندي
مون کان ننڊ ۾ ڪم اهو تي ويو
نہ مان نرلڄي ۽ نہ مان بي ڏپي
اِهو پيئَي سوچيان تہ ائن ڪئَن ٿيو؟



الا، هيءَ دل ۾ ڪهڙي پيڙ آهي
اُڪاسي هتَن پٽي ڪنهن واسطي دل؟
ڏئل ناهيم، نالو ٻي نہ ڄاڻانس
ڪٿي آهيءِسڪي جنهن واسطي دل؟



آفيس کان جو موٽيس سونُو هيۓ ڪلهي تي
بيچين ٿي، دريءَ مان بيٺي لياڪا پاتئہ
ڏسندي اُچلجي آيو منهنجي هٿن ۾ سونُو
شرمائجي چيو تو: ڪيڏي نہ دير لاتئہ!



تنهن ڏينهن نہ چارُوءَ جي مجيم ويٺي رسي ايئَن
ڳالهايو تہ هن ڪينڪي روٽي بہ نہ کاڌي
چارُو تہ ٿهيو ٻار ٿي پر توکي چوان ٿا
جو صبح کان ڳالهائين نڪي کائين ٿي ڪجهہ ٻي؟



ور دفتر ويو هوس نہ اڄ، ڪجهہ ناچاقائي ڪارڻ
جهٽ گهر موٽي جو ڪانئَس بہ نہ دفتر ۾ ويئو ويو
ايندي ليٽيل ور جي ڳلن کي هٿڙن ساڻ ڍڪيائين
مشڪي هٿ ڪجهہ پٽي ڏنائين تہ ڏسندي ڦول ٽڙي پيو!



پڙهڻ هن کي، دفتر ۾ توکي هو وڃڻو
اتي صبح ڏيءُ کي اُٿڻ لءِ سڏيو تو
مٺي ڏيئي، مرکي، رکي هٿ ڳلن تي
سندس منهن کي مڪڙي بڻائي ڇڏيو تو!



دل ۾ آيم پُور ڪُونڊي مون بہ هڪ ورتي ڪٽي
جنَّن دلا ڪونڊيون ڪٽي ڪنير لنگهيو پئي گهر وٺان
اوچتو اڄ ويٺي ويٺي مون جو ڪونڊيءَ جو پڇيو
گل ڇني ڪرتي ۾ منهنجي تو لڳايو پيار سان!



ڦوڪڻا رنگين آندا ڦوڪڻن واري هٿَا
ان جي هوڪن تي ڪنا ٿيا ٻار ساري بلاڪ جا
ماءُ جي هو هنج تي جو ٻارڙو معصومڙو
ڦوڪڻي جي لاءِ ان پيي هٿ وڌايا پتڪڙا!



صبح ڪم تي تي ويس در تائين گڏ آئينءَ ڇڏڻ
پنهنجي وارن مان ڪڍي گل ڪوٽ منهنجي ۾ وڌءِ
شام جو موٽيس تہ در تي منهنجي لءِ بيٺي هئينءَ
ڪوٽ مان گل لاهي مرڪي پنهنجي چوٽي ۾ وڌءِ!



اگر جنم ٻئي ۾ تي ياڻر ڇمون
وڏو آنءُ ٿيندس، ننڍو تون ٿجان
سهاڳڻ ٻڌي ور کي ورندي ڏني
وڃي پهرين شل مان وڏو ٿي ڇمان!



رات بجلي وئي تہ استؤ وٹ
ناچ اوندھہ تي رنڌٽي ۾ ڪيا
مرڪ تنھنجي ڏسي اُھاءَ ۾ پر
ٿڙڪي ٿڙڪي پِٽي سا تہ ڪئَن نہ خفا!



چيمہ عمر ۽ سونھن جون ڳڻ نہ ڳالھيون
ھنئَر چاھي، مون کي جو ايڏو پڏائين؟
رکي سر ھيو ٻانھن منھنجيءَ تي ليٽيل
سري ٻانھن منھنجي گلي ۾ وڌائين!



پر ۾ ليٽيس جئَن وجي سر ھن جي پيرن تي رکي
پير منھنجا جھٽ چڪي لاتائين پنھنجي ھانؤ سان
ٻوٽجي ويون اکيون سڌ ٻڌ نہ ڪا تن جي رھيمہ
اڄ بہ ھن جي دل ۾ ايڏو پيار، مان ٻيو ڇا گھران!



پنھنجي گڏيل ڪتنب جي اڄ ياد تي اچيمہ
نالو نويڪلائي جو ڪنھن ڪنڊ ۾ نہ ھو
چاھيائين ڪجھہ چوڻ تي، اڳيان ٻار ڪئَن چوي
ڪئَن بار بار مون ڏي آٻالو تي ھن ڏنو!



ماءُ ڳالھايو تي پٽ سان، ننھن اچي بينس پنيان
بند تي ويو سلسلو لفظن جو ائن ئي اوچتو،
منھن ڪٽي متتي ڏنائين پٽ طرف ليڪن لڳس
مڙس جي ۽ زال جي وچ ۾ تيون ڪوئي نہ ھو!



سفر تان موٽي پٽ آيس ۽ گڏجي هو وٽس ويٺو
چياڻين ننهن کي مُرڪي: وائڙي ٿي هئَن ڏسين چاٽي
ڪڏي جهٽ ٿوال آٿي ڏينس ڪوُ هٿ منهن ڌئڻ جي لاءِ
چياڻين پٽ کي ٻيءَ ڪن: وڃ وڃي بدلاءِ ڪپڙا پي!

سس جي پيشانيءَ تي هلڪا گهنج ها، مشڪي ٻہ پئَي
نٽان ڳالهايو رُڪو ۽ جهٽ هلي ويئي پريان
رشڪ مان پاڙيسرياڻي ڪئَن نہ نڪ موڙي هلي
سڪ ٻڌل نظرون ڪٽي هُو جي ڏسي مان ڇا ڪريان؟

تو سڏيم موڪل ڪري، ان نانوُ جي جهنڪار تي
ڏينهن سارو ڄڻ هوا ۾ پئَي نچيس پوپٽ جيان
سچ لٿو ليڪن خبرناهي هئي اوندهہ ڪٿي
مان تہ گهيريل ٿي رهيس تارن جي روشن مرڪ سان!

نيٺ جهلجي ٿي پئينءَ، ڇاڪون نٽايئہ روز روز
ائين چئي: ڳايان مگر ڳائڻ مونکي ايندو هجي
صبح گونجي پئي ڀنل آواز سان ڪئَن باٿ روم
تو ٿهاري هيٺ اڄ وهتو بہ ٿي، ڳاتو بہ ٿي!

هيڏي ساري چاندوڪي ۽
ٿولاريل ليمن جي خوشبوُ
پائر پينر، پيءُ جو پاڇو
ماءُ منيءَ جي مرڪ جو جادو!


سواد جي ڳالھہ تان ئي ڪاوڙجي
منھنجو ڪٽندي ئي پليٽ ڪي اُچلڻ
ٻڌي آواز، جھٽ ۾ رنڌڻي مان
تنھنجو ڊوڙي اچڻ، ڏسي مشڪڻ!



زال چپ چاپ سڀ ٻڌو بيٺي
جوش ۾ مڙس پئي چيو چا چا
ائن ئي در ڏي لڳي چتائي ڏسڻ
۽ تي ڪمري ۾ ويئي ماٺ صفا!



اکين ۾ موھہ، چپن تي مرڪ
گھرُو ڪم ڪار سمورو وقت
مھانڊو سھڻو، نرم سياءُ
مگر ھٿ تنھنجا ڪھرا سخت!



ٻارن جي پر ۾ وينيءَ اڱڻ ۾
اڄ آن سڪائڻ پٽ تي پڪيڙي
ٻارن جي وڙھہ- جھڙ، آن تي ڪبوتر
ھڪڙن کي ھڪلي، جھٽڪين ٻين کي!



موج جي، چوج جي، ناچ جي، شور جي
دلڪشيءَ جي ۽ روشني جي ھڪ مُورتي
مون تہ تپ تپ ڪندي اڄ اچانڪ ڏٺي
گھر جي دالان ۾ جھرڪڙي جھرڪڙي!



هيو ڏاڏيءَ جي ٻانهن ۾ ٿي سونُو
چمڪ نيڻن ۾، منڙي مرڪ منهن تي
ڏنو ور ور ڪري ڏاڏيءَ تي ڏانهنس
ڏنائين گود ۾ شايد تي پٽ کي!



جڏهن گهڙيس گهر تہ پٽ جي دانهن ڏنئہ:
”هر گهڙيءَ تو وڙهيم جِن ٻٽي.“
مون وڌي ڪيس جڏهن جهليو ڪن کان
چيو توئي ”نهيو، ڇڏيوس ڪٽي.“!



ڪنهن ڏنس پٽ جي شرارت جي شڪايت اڄ جڏهن
جهٽ سڏي هن کي سندس سامهون ڏنائين ڌمڪي
ءِ چيائينس کلي: ”ائين نہ ڪبو آ ڏاها...“
تي لڳو، ماءُ کي ناراض تي پڻ تِي تي خوشي!



تنگ تي نيٺ چيس ماءُ تہ وڃ، نڪري وڃ
گهر ڇڏي ديٺ هلي ڪڏهن نہ ويو آڪڙ مان
موٽندي بند ڏسي در اچي سڏڪن ۾ پيو
روئي روئي پئي سڏيائينس تہ درڪول آمان!



ڪالهہ تائين ٻچن کي ڪارائي
خوش هئي، تن ڪيو هيس گهيرو
اڄ ڇو جهرڪي اداس ويٺي آهہ
آهہ خالي ڇا اُن جو آکيرو؟



ڪيترا ڏينهن پيڙ ٻار سٺي
رات ئي هو سمهڻ جي لاءِ سُتو
شانت چهرو، سڊول سهڻو بدن
ٻاهر! شايد تو دونهين ۾ نہ ڏٺو!



ٻار جو ضد نہ هو نہ ڪيتو هو
گهر ۾ ڪيڏي نہ ماٺ ماٺ هئي،
پنهنجي مايوس مرد ڏانهن ڏسي
روئي ويٺي ڇو هاءِ ماءُ مُني؟



اي سکي، ڇا پئي اِئين سوچين؟
روئي ويٺي ٻڌڻ سان ماءُ مُني
”هاڻ ڪنهن جي لاءِ پيڻ! سوچينديس؟“
هي ٻڌي خود سکي بہ روئي اُٿي!



وئين، ياڻ سان حيات جي وئين روشني ڪٿي
آئي مٿان ٻي آهہ اِجها مند مينهن جي
ڪيڏا نہ آسمان تي ڪارا ڪڪر مڙيا
بينور رات، روشني ڏنڊلي تي ڏينهن جي!



ير منجهان خوشبو تہ آئي پئي، مگر
پوءِ ٻي خود گل نظر آيو نہ پئي
تنهنجي گڏجڻ جي خوشي محسوس ٿي!
شيام، ليڪن تون هئين مون وٽ ڪٿي!



آسُوءَ جي ٽِپهري، ڪري ڪانءُ ڪان ڪان
ڦٽاڪن جلائڻ ۾ ڪي ٻار پورا
دسهڙو تي گذريو، ڏياري ٻه ايندي
جليا پٺَي اُجالي جا سپنا آڌورا!



ڦول ٿي ڦول هوا ۾ خوشبو
پر وٺي خلق ٻه پٺي آئي وئي
بس ويو رنگ نظاري جو ڦري
اوچتو ڏوڙ اُڏي اک ۾ پئي!



اڳ ٻه ائين هو، هاڻ ٻه آهي، هن کانپوءِ ٻه ائين ٿي
ڏينهن ۾ راتيون وارو وٺندا، مندون ڦرنديون رهنديون
هي ڄاتم ٿي پر جو ڄاڻي پي نه ڪڏهن مون ڄاتو
ڪنهن جي لاءِ آلا هئَن دل ۾ اکڙيون سڪنديون رهنديون!



پر سال کان وڌيڪ ٿڌيون هيل ٿيون مگر
آهي نه انتظار تڏهن پي بهار جو
اڄ زندگي ڪِ نقش ڪو ديوار تي چٽيل
گل جو نه ڪو هڳاءُ نه ڪو درد خار جو!



چيٽ جو صبح چانيل هئَو باغ تي
بس گهمي بينچ هڪڙي تي ويٺس اچي
ڪا مٺي ياد مون ساڻ اوري هيئَه
ويٺي ويٺي پئَي ياد اُن ياد جي!



سوچ ۾ رات وهائي منهنجي
سوچ کي صبح وئي ننڊ ڪجي
باک ڦٽندي ئي ٽڏي هير گهلي
رنگ خوشبو جا اُتيا گهنڊ وڄي!



سارون اڳوٽن ڍهاڙن جون سارون
دل کي انهن ڀرم ۾ بس ڀلايو
ڪمري ۾ ويهي اڪيلو لڳم پئي
ڄڻ ٻاهران هن جو آواز آيو!



گل تي ڀونري گونجاريو
ڪويل ڪوڪي انبن مان
هڏڪ ۾ مستي ٻئي ۾ پيڙ
ٿيو ڀلا ائن سو ڇا ڪان؟



رنگ ڪٿي اڄ ننڍپڻ وارا؟
شانت سياءَ نمائي نُوري!
ڦول سفيد، گلابي مکڙي
جوهيءَ جهڙي منهنجي حُوري.



چهرو گنيير، موهه نيڻن ۾
وار روپا سندس آڇو پهراءَ
پنهنجي تنهن سان ڪيائين ڳالهيون پئَي
شيام رابيل جو هوا ۾ هُڳاءَ!



وهنجي سهنجي ور وٽ آئي سنڌر ساڻ ڪٽي
تلڪ ڏياري سينڌ پرائي ڀڪي پئي ڀهه ڀهه
ور ورجايس هيڏي تي پڻ تلڪ ڏيارين هيئن...
هٿ پڪڙي آهستي چيائين: ”تنهنجي سالگره!“



صبح ويندس، چيم تہ چيرنہ هنئر
اڄان تنهنجي ڪري سلامي پي
مان سڏيان ئي سڏيان اڳي تنهن کان
تنهنجي ڪڙڪي وئي وسامي پي!



مجين ها، کن وهين ها پي بہ، چا ٿئي ها
مگر پنهنجيءَ تي، ضد ڪيڏو ٻڌي بيٺينءِ
چيئہ: ”هاٿي وڃان تو“، بس اتئين هڪدم
وڃي در مان دريءَ تي هٽَن اچي بيٺين!



چڻ رُسي تو چيو: ڇڏيو بہ ڪٽي؛
مون چيو: ضد ڇڏيو، ڪٽي پرچو.
منهنجي چرچي کي سمجهيو ساپيان تو
تنهنجي ساپيان مونکي لڳي چرچو!



پڪ سيان نہ تہ پرينهن گڏباسين
وئين چوندو بنا نهارڻ جي
چنڊ چوڏس جو اُپ ۾ بينو هو
ڪيڏو نندڙو لڳو ڏسڻ ۾ تي!



توکي ڀانيم تي اهو ڄاتم تي، پر
ڇوتي ڀانيم هي نہ ڳجھہ سمجھي سگھيس
تو ۾ ڪجھہ هو جو پسند آيم نہ ٿي
اڄ ٿو سوچيان ۽ نہ ڪجھہ سمجھي سگھيس!



مان تہ پيريءَ سان ٿي هم آغوش هوس
اڪ ۾ نکريو روپ جوڀن جو ڪٿان!
بس سريو سنتوش، بيچئَني لٿي
تن ۽ من ڀيئَي تڙي ڀيا ڦول جان!



تو نهاريو مون نهاريو ڪالھہ ائن ملندي لڳم
هيءَ ڪشش آهي اڳوٽي جنم جي ٿي پيار جي
موڪلائيندي چيو اڄ تو پڪي وشواس سان:
هي اسانجو پيار رهندو هن حياتيءَ بعد ٻي!



ڏٿو جيسين نہ هو تيسين ڏسڻ لءِ نيڻ آتا ها
ڏسڻ ڪانپوءِ ٻٽايو گهيرو ٻانهن هن کي پائڻ لءِ،
ڪٿي پوري ٿي دل هن کي جهلي ٻانهن جي گهيري ۾
سڄي ڪايا لڇي پئي، پاڻ ۾ هن کي سمائڻ لءِ!



روپ تنهنجو اتم اکين ۾ پرين!
ڪن ۾ تنهنجون اتم منيون پڙڪُون
دل بہ تنهنجي اتم جڙيل دل سان
ڪِي اڃا؟ سو تہ پاڻ ئي ڏس تون!



”تون تہ ڪاوڙ ڪڏهن ڪندو ناهين
اڄ ڇو تنهنجون ڏسان ٿي لال اکيون؟“
مون تہ توکي چيو نہ لفظ تکو
تنهنجون آهن سچي ڪمال اکيون!



سيبيئي ياتي اچا تائين گهيري ويٺا ڪيس
هئي تہ شام جو موٽي ڪنوار پيڪن مان
ڏسي، خفا ٿي چيو نيٺ مڙس آهستي:
”متي ۾ سور اٿم، چاءِ ڏيو تہ پي ليٽان!“



نہ ڳالهائين نہ ويجهو ئي اچين ٿي
نهارين ٿين نہ هونءَ وانگر ڪلين ٿي
چوان ڪئَن تون رني آهين جو پيٽين
اُٿي ڪلندي وئي، چؤ ڇا چوين ٿي؟



نہ چنڊ ڏانهن نهارين نہ آرسيءَ ۾ ڏسين
ڪنائين لات نہ ڪويل جي، مان مان رهين
مگر ڪو پاڇو چري ٿو هوا جي جهوٽي سان
تہ سيسرات پرين، دل ئي دل ۾ سُور سهين!



ڪيڏو اکين ۾ پيار پري آئين مينڌرا
پاڪر ۾ تهنجي، سڌ نہ مونکي جيءَ جي رهي
هائي ڇڏي وئين ڇو نہ مومل ۾ تنهنجي لاءِ
هڪ پريتما نہ پر رڳو هڪ زال ئي رهي!



مومل مومل جي نہ هجي ها
ڪاڪ جي هاڪ نہ ايڏي ٿئي ها
جي راڻو بہ هجي ها راڻو
مومل چو هئَن ڏاگهہ چڙهي ها؟



موركن جان ڪرين كڏهن ڳالهيون
ٻول ٻولين كڏهن تہ ڏاهن جان
علم جي روشني ڪري حاصل
سرس ٿيا ۾ تون ڪڙڪٻيتن كان!



ڪؤنروءَ گلي ۾ ٻانهن وجهي ٻاڻ ڏي ڇڪي
بس اڌ كليل چپن جون مٺيون دعوتون ڏنيون
جهكندي ٿي ٻرجي آيون چنيسر جون چو اکيون
ڪؤنروءَ جون هاءِ جن جي چلڻ سان اکيون ٻنيون؟



اڃا بہ ياد اٿم تنهنجو انتظار، مٺي!
ٻنيءَ جي ٽيڪ ڏئي در تي جئَن هئينءَ بيٺي
لڏيئہ تي وار ۽ آڱر تي چڳ هيئہ ويڙهي
جهكيءَ اکيون ۽ كليئہ چپ پريان ٿي مونكي ڏسي!



هوڏ ڪري پئَي چانگوُن ميڙيم ڪندو لڳي ويم
جهٽ پٽ ڊوڙي اندر ويئي آئي سئي كڻي
منهنجي هٿ مان ڪندو ڪيندي هن كي سئي چڀي
اک ۾ ڳوڙها، مرڪ بہ منهن تي ڪيڏو نہ پئَي وٽي!



پاڻ وني آئينو ڏسڻ لاءِ،
تون ئي هليو وئين ڇوهو ڇوهو!
دلڪش ناچ جون مُدرائون، اُف
پر پٿر ننگو ننگو هو!



ڪونہ ٿيندءِ آمر اِئين نالو
جي لکيئہ پيي ہہ ٿي ڪتاب نوان
گُول تارو هجي جو اڻ چاتل
ڇو تہ سڏبو سو تنهنجي نالي سان!



زندگي معنا جيئڻ، جٿري تہ جيءُ
ان جي ٻي معنا نہ ويهي ڳول ڪا
اُت تہ جاڳايون اُنهن مُردن کي پڻ
جن جي پڪ ناهي تہ ڪو آهن مئا!



لٿو سج، سنجها ٿي مٿان رات آئي
ٻني رات، منهن مير ٿي، سج ہہ اُڀريو
اِئين موقعي لاءِ نهاري نهاري
گهڻو وقت گذريو؟ گهڻو وقت گذريو!



پنهنجي شعرن کي سڏيندو هو مٽيءَ جا ڍير شيام
پر انهن مان جنهن ڪڏي نڪريون ڪيون ويهي ڪٿيون
آهہ حيرت پاڻ ۾ جوڙي رکڻ سان تن منجهان
ڪيتريون جوڙي وتيون تنهن خوبصورت مُورتيون!



چونڊي ڪنيو ڪتاب مون ڪيڏي نہ شوق مان
وينس دريءَ اڳيان ئي، پڙهڻ لءِ تهي تڪي
پوءِ ڇا ٿيو ڪتاب کي، سڌ ناهہ ڪا مونکي
پٽ تي پيو هو، مون جو دريءَ مان ڏٺو جهُڪي!



رنگ برنگي هي تصويرون جن ۾ سهڻيون عورتون
هر ڀت، ڇت، پٽ تن سان چمڪي، آهي ڪنهنجي جهوپڙي؟
اندر اهڙين تصويرن تي ليٽيل ڪوئي فقير هو
بابا، هي ڇا آهہ؟ چيائين: جنت پنهنجي جهوپڙي!



ڪاهيءَ ۾ سا مسيت وڏيري جي گهر اڳيان
ملا جي ٻانگ پنج لڳا روز مون ٻڌي،
ڪنهن ٻئي کي ڳوٺ مان اُتي ويندو ڏٺم نہ، تہ بہ
ضامن سين جي لءِ دلي ايمان جي هئي!



هُو اسانجي ڳوٺ جو الـمست مولائي فقير
ڪنهنکي ڏسندو ڪجهہ ڪندو چوندس تہ ريڏو رهہ اِئين،
ماڻ ماڻڻ لءِ ڏٺو جيڪو اتيئي جڳ ڏٺيءَ
جيڪي ڏيکاريئي ڏس،خوش ٿيءُ، پلو، جيسين جئين!



آڻ لتاڙيل ئي سا تہ واٽ هئي
گاهہ ڪيڏو نہ آسپاس هيو
جنَن لنگهيس اڪ وجي گلن تي پئي
پوءِ بہ من چو ٿيو اداس هيو؟



* ڪاهي: نارايڻ شيام جي جنم ڀومي. هيءُ ڳوٺ حيدرآباد کان سکر طرف ويندڙ نيشنل هاءِ وي تي، نوشهرو فيروز کان 6 ڪلوميٽرن جي فاصلي تي واقع آهي.

گل ڪڏي پڻ سگھياسين ڪين لڌي
ڪانہ خوشبو ڏني ڪڏھن بہ اسان
۽ نہ ڪنھن تي ڪئيسين چانؤ ڪڏھن
نوٽ پنھنجو وجود توھر جان!



ڪنھن جو ريڊيو ڪليل ھو پاڙي ۾
آيو آواز بنسريءَ جو پئَي
تنھنجي ھٿ ۾ ڪليل ھئي گيتا
شيام، ريڊيو مگر ٻڌو تو پئي!



ٻن ھٿن ۾ نہ ٻن چپن تي ڪڏھن
بنسري ھڪ ڏسڻ ۾ آئي پئَي
نظر آيو نہ تي مگر ڪوئي
ڪنھن اِئين بنسري وڄائي پئي؟



دوست، ھر لفظ کي پنھنجي معنا ھئي
پر بہ جنھن ڍنگ سان ڳالھہ تو پئي ڪئي
اِئن بہ سمجھي سگھيو ھوس اڳ ۾ ڪڏھن
سچ، وئين تون تہ معنا کي معنا ڏئي!



شعر توسان رھائيون ڪندا قرب سان
مان نہ ھوندس تہ چا تي پيو، اي پرين
آدمي تو جئي بس ڳٽيل ڏينھن کي
شعر جي زندگي سچ سنئين نت نئين!



# رباعيون

جو اِسم وٺي تنهنجو تو توکي سڀ کان
اِن اِسم سان، توکي ٿي مخاطب، تو چوان
رک دور بديءَ کان، يلي گهرندو سا هجان
ڪر مائل نيڪي ڏي گهران يا نہ گهران!



تنهنجي صنعت ڏسي ڪو گلزارن ۾
تنهنجي عظمت ڏسي ڪو ڪهسارن ۾!
دنيا آرام ۾ سمهيل آهه جڏهن
توکي ڳولي تڏهن ڪوئي تارن ۾!



ڪڏهين نه ٿئي چنڊ ڪان ڪرڻو تو جدا
ڪڏهين نه ٿئي ننڊ ڪان سپنو تو جدا
تو منهنجو به ناتو ته ٿيو تن جهڙو
پر توکان رهان آنءَ يلا ڇو تو جدا؟



اک ئي نه هجي، نگاهه خوش خواب هجي؟
چاندوڪي هجي، ڪڙيل نه مهتاب هجي؟
مان مان ئي هجان، توڻيل هجين يا نه هجين؟
ممڪن جو حباب سان نه گڏ آب هجي؟



دنيا ۽ اُن ۾ شيام، هستي جو خواب؟
ذرتي تي، عرش هيٺ هستي ناياب!
هستي ۽ بي بقا شين جي وچ ۾؟
هستي ڪهڙي حُباب تي، زير حباب؟



اي شيام سراسر تي اها دنيا خواب
سي خود بہ ٿيا خواب لهن جي تا خواب،
هي ڪنهنجو ٿيو خواب؟ سمهيل آهي ڪير؟
دنيا جو ڏسي ڪير ٿو حيرت زا خواب؟



اظهار ڪري ذات جو دنيا تي مٿي
دنيا ڪان مگر ذات، وسوڙا، تي مٿي،
اظهار ٿو معنيٰ جو ٿئي لفظن ۾
لفظن ڪان مگر ڪيترو معنيٰ تي مٿي!



ڪٿن ساه تي ويساهہ رکيو مون جڳ ۾
پويان تي هليس، ڪيس ڪيو مون اڳ ۾،
جيوت جون گهڙيون اُن ٿي لٽايون سڀ ٿي
ويساهہ رکيم سونهين جو، ڦورو ٺڳ ۾!



ناڪار، ڪلچٽا اسين جو ڪجهہ آهيون
اي ٻاجهہ ڀريا، ٻاجهہ سنڌءِ تا چاهيون
اي سائين، لياقت جي اسانجي ڏسندين
چونري ۽ تڏي جي بہ تہ لائق ناهيون!



ڪنهن سهٽي عمل تي نہ تيس مان عامل
تحصيل ڪري علم، ڪيم چا حاصل؟
اي شيام ڪريان ڇو نہ شڪايت، ليڪن
جيڪي نہ مليم، اُن جي هجان ڀي قابل!



بگڙيل نہ تون سمجھہ منهنجي تقدير جا خط
تحرير جا خط منهنجي جبين تي جي غلط
ظاهر ڪيان نقاش جي دل جي حالت
منهنجو ڇا منجهس؟ آنءُ تہ تصوير فقط!



يلجي بہ مصيبت ۾ نہ فرياد ڪندس
خودداري ڪڏهن پنهنجي نہ برباد ڪندس!
جو عيش طرب ۾ نہ ڪڏهن ياد ڪيم
ڇا رنج آلم ۾ سو هينئر ياد ڪندس؟



هِن هُن کي جهڪي، ڇو ڪرين هِت هُت سجدو؟
ڪي سمجهين بہ تو نيٺ ڪرين هي ڇا تو؟
آداب عزازيل کان سک سجدي جا
هڪ جو رڳو هڪ جو ۽ نہ هِن جو، هُن جو!



مغرور تيس توڙي ڪ خوددار تيس
دمِ آنءُ خدائي جو هٽي خوار تيس
بس غرق تيس ”نيل“ ۾ ”فرعون“ بڻي
منصور ٿي سوريءَ جو سزاوار تيس!



گل ۾ مان وجهي واجهہ پريشان ٿين ڇو؟
خورشيد مان، شبنم مان نمايان ٿين ڇو؟
ڇا لاءِ هتان هتان ليا پيو پائين؟
پنهان نہ رهي سگهين تہ پنهان ٿين ڇو؟



هستي ۾ آيس جڳ ڄڃي هستي سان
جيتوڻي پل ٻن لسيءَ اُپران، نسران
مان آهيان، جڏهين ڪان پهرين پريات
وڻ مان ڦل، ڦل مان ٻج ۽ وڻ ٻج مان!



وڻ ٽڻ جي لڏي، ڦول ٽڙي، ميوو نچي
دل هيج منجهان ناچ نچي، رنگ رچي!
اي شيام، نهيل آهہ منيءَ مان جنهنجي
تالاب اُنهيءَ مان سو گهڙو ڀرجي اچي!



هن بزم تماشا ۾ رهي ڪِي نہ سگهيس
فڪرن ۾ سفر جي ٿي تہ ترسي نہ سگهيس،
مينا هِي پريل نور ۽ نظاري جي
اکڙين جا پيالا ڀہ پري پي نہ سگهيس!



مايا جي تکي تاب چڏي جهوري نظر
آڏو جو هئم گس نہ رهي اُن جي خبر
اڄ عشق بڻيو راهنما، گهر تو وڃان
آنڌي ڪي وني آنڌو پهچائي تو گهر!



ٽي مڪڙيون ڦٽيون، ڦول ٽڙيا، ماڪ وسي
ٽي ٿهڪ ڏنا هيج مان پن پن سان گسي!
هنگاما پري فضا ۾ ڪن تائين شيام!
آواز ضمير جو سگهيو ڪٿن ٽي رسي؟



جا لهر چڙهي لاڏ ڪندي لوڏ ڪندي
ڪلندي سا لٽي ڪيچ ڪندي ڪوڏ ڪندي!
اولڙ ۾ ٽٽي خوش جا رهي وير ۾ خوش
جا ويل سچائي اها ڪٿن هوڏ ڪندي؟



چو، موت کان سڀ رهن سدا هيسايل؟
نالي کان سندس، تيا ڪنبايل!
چو، چور جيان خوفزده سڀ آهن؟
آهن ڇا حياتيءَ جون گهڙيون چورايل؟



سچ وڻ جي مثان، پاڙ ۾ وڻ جو پاڇو
جي وڻ ئي وڃي، پو نہ رهڻ جو پاڇو
سنسار ۾ اِن ريت هي آدي سچ هيٺ
اي شيام مرڻ آهہ جيئڻ جو پاڇو!



پوپٽ ڪي جهليم مٺ ۾، ڪري ناداني
ڪولڻ سان وئي مونکي وئي حيراني
رنگين پکڻل ٻن پرڙن جي بدلي
اُف، رت ۾ ٻڏل دل هئي هڪ انساني!



هڪ جيت ڪي پيرن ۾ چڏيم چيپاتي
ڏيري سرندو تي ويو واڙي ڏي
جئن پير ڪٽي شيام هليس تي تہ ڏٺم
انسان جي دل هاءِ، اُتي ڦتڪي تي!



چڻ ستيہ جا ويچار، هي روشن تارا
تن وانگي سي آنڌڪار ۾ جهڳمڳ وارا
جئن رات جو پيغام تو سمجهڻ چاهيان
اوير ڪان اُجالي جي ڦٽي تي ڌارا!



ڌرتيءَ ۾ ڪپي اڪيون ويس شرم وچان!
مرڪيائين بہ تي چپن ۾ ٿي مرم وچان!
ڳالهايان، مگر الائجي ڇا سمجهي
نالو بہ پڇيس نہ مون اُنهيءَ ڀرم وچان!



چاهيم جو پڇڻ، ڪولي پڇي ڪين سگهيس
ڪجهہ هبڪي ڇيم، پورو چئي ڪين سگهيس
شرمائجي ورجايو تو، ليڪن، قسمت!
دل ايترو ڌڙڪي جو ٻڌي ڪين سگهيس!



گنيير ائين منهن تون ٻڌائين ڇو ٿي؟
هٿ ڏيئي، اکيون پنهنجونءِ لڪائين ڇوٿي؟
لُڪڙي ڇو مٿي هيٺ ٿئي ڇاتيءَ تي؟
دل ۾ ڪي آتي، مونکائين ڇپائين ڇوٿي؟



نوڙڻ ۾ نزاڪت ڇا ڇڙيل وارن جي!
پياري تي لڳي هرڪا آدا پيارن جي!
جئن ساھ ڪڄي سيني تي، وڃي جوڀن
ڌڙڪڻ تي لڳي ڇاتي نظر وارن جي!



ڇو ديٽ سڏي مونتي ڇندين ڇوھ اچا؟
منهن پنهنجي ۾ ڏس مرڪ مڙهيل موھ اچا!
جيڪي نہ ڇوين تي، ڇؤ، دل سان تي ڇوين؟
آهي جي ائين ڏينم پلي ڏوھ اچا!



ڇهري تي خوشي، اک ۾ ڳرائي آهي
هر بات ۾ شيام، چلولائي آهي!
ڏس ڪيئن نہ پيرُ پيرَ ۾ پائي پئي اچي
آئيني ۾ منهن پڪ ڏسي آئي آهي!



آهستہ آئي، تي مون وٺان جئن تہ وَئي
ڇا بانهن جي سندري مڙي لوڏ ڪئي!
ڪمري ۾ ويئي پکڙجي سپن جي سڳند
ٻوُڪيل ول واءَ ۾، لڏي شيام پئي!



سامهون رهي دل ڪيس ڏسڻ لاءِ سڪي
منهن لوڪ لڄا ڪان نہ سگهان هاءِ پٽي!
هڪ ڪن ۾ ئي گهونگهٽ هي جلائي مان ڇڏيان
اکڙين ۾ اگر آب بجا آگ هجي!



بي چين ٻنهي جي دل ۾ آشائون هزار
لب بند، مگر ڪجهڻ بنا يي نہ قرار
چهرو پيو ٽڙي، ٻٽيون نگاهون ئي لفظ
اِن پريت لڄاري تان هو خالق بہ نثار!



اڄ آئي محبت سندي برڪات جي رات
برسات جي سا رات ملاقات جي رات!
اي ڪاش، اها رات ٽٽي ها ڪِي وڌي
اُف اهڙي رهي رات فقط رات جي رات!



دل ڪولي ڪٿيسون نہ اجا رات رهاڻ
منهن تي تہ اجا مرڪ ئي آئي هئي هاڻ
شوڪارو ٻيري اوچتو پرڀات پچيو
اي شيام اجهو هاڻ ڪِلٽين تي چاڪاڻ؟



هڪ هڪ تي ويون ڳالهيون پراڻيون وسري
سڪ، صحبتون ۽ روح رهاڻيون وسري
پر ڪين سگهيون ناز پريل نيڻن جون
پياريون سي پچائون ۽ وراڻيون وسري!



گهاريم اُن ساڻ، جي گهڙيون تي شادان
دنيا معلوم تي تي جنت سامان!
موٽي ايندو وري اڳيون اوج نہ ڇا؟
اي دنيا! اي حيات! اي دؤر زمان!



ڪو گل جي ٽڙي، دل پوي منهنجي بہ ٽڙي
اکڙين ۾ اچي آب تري ماڪ ڏسي
احساس خوشيءَ جو نہ محبت ۾ رهيو
غم منهنجو نہ غم ۽ نہ خوشي منهنجي خوشي !



ڪٿَن پنهنجا فلڪُ رنگ مٽائي ٿو هنئر
ڏسجي تہ سو ڇا شيام پسائي ٿو هنئر
بادل بہ ڪنوڻ ساڻ اچي ٿو گڏجي
ڏسجي تہ وسي ٿو ڪي وسائي ٿو هنئر!



چا هير جي جُهلڪن ڪان وڻن ۾ چرپر
جهڙ ٿيندي پرندن جي دلين ۾ هرڪر
برسات جي ڦُڙ ڦُڙ ۽ پکين جون لاتيون
چلڪي ٿي فضا، پريل ڪٽوري وانگر!



ساوڻ ۾ ڪٿان آئي نزاڪت، رنگت
دنيا تي لٽيرن ڪئي آهي شفقت
يڪشن جي خزاني کي هنيو ڪات هوا
ابر آيو لٽي اندر سيا جي دولت!



اکڙين ۾ پريل لڙڪ ۽ ساجن به پري
ساوڻ جو نظارو هي اثر ڇا تي ڪري؟
وڄ، وڄ، وڃي ٻئي هنڌ ڪٿي وس بادل!
موتين سان ڏٺي شال سنڌءِ جهول ڀري!



بس سڄ به لٿو رات مٿان ٿي ڪاري
دنيا تي خموشيءَ جو سمو ٿيو طاري
تارا به کڙيا، درد به دل ۾ جاڳيو
اک قلب ٻنهي کي ٿي رهي بيداري.



جي آهہ تہ آهہ آرزو تنهنجي فقط
ياد آهہ تہ آهہ، خوبرو! تنهنجي فقط
ڳولي ٿي نگاهہ دل ۾، دل اکڙين ۾
۽ آهہ ٻنهي کي جستجو تنهنجي فقط!



تنهنجو ئي ٿيو پيار حياتي جو مدار
هي دم بہ اٿم تيسين ڏئين جيسين پيار
سگهندين نہ مونکان ڌار تي منهنجي جٽري!
حيلا جي ڪرين پاڻ ڇڏائڻ ليءِ هزار!



توکي ئي ڏسڻ بعد نہ اکڙين ڪي ڏٺو
هاڻي سي ڏسڻ جو ٿيون ڏين دوکو رڳو
ڏيکاري سگهن دل کي نہ ڪو عڪس نئون
دل جيڪو ڏٺو عڪس اجا ڏسجي اُهو!



تن پنڪي سچو ڏينهن وسنڱن ۽ بن ۾
۽ رات سڄي من تہ ڦري سپنن ۾
دن رات تلاش آه فقط تنهنجي شيام!
سنيران نہ گهڙي گذري نہ جا پنڌن ۾!



سپني ۾ هيس تي مان آياڳي ياڳي
ڪوليم جو اڪيون هيس آياڳي ساڳي
جهڙو تيو سمهڻ سياڳ تهڙو جاڳڻ
"سسئي" جي سمهي تہ مون وڃايو جاڳي!



جي هُئَن نہ اچين، خواب ۾ من گڏجين دم
تبديل تبسمُ تئي رنج ۽ غم!
ڪٿن تن کي تين خواب خوشيءَ جا حاصل
ڳوڙها تا ڳڙن جنجي ڳلن تان پيهم!



دک منهنجي کي دلڪش جي ٻٽائين تہ مڃانءِ
لڙڪن ۾ جهلڪ پنهنجي پائين تہ مڃانءِ!
اي شيام رئٽهارڪي هيءَ منهنجي حيات
گل ماڪ ينل وانگي ڪلائين تہ مڃانءِ !



ڇا اُن کي گهرائڻ تيو اهڙو تهڙو
پر منهنجي ٻڌي چو، دل جو ڪم ڪهڙو!
ايندو مون دکميا ري جي داهُن تي شيام
يا ڪين مڃيندو، تيندو دل جهڙو؟



صد شڪر پلي آئي پلي آئي عيد
اڄ ديد جي برثواب ٿيندي اُميد!
ٻي ريت نظر جي نہ ملائي ٿا سڳهون
ها، گڏجي هلال عيد وٽ من اڄ ديد!



هي درد جي دنيا هيڪر ڏس تہ سهي
ڪجھ ٻيو تہ نہ تو چوان مگر ڏس تہ سهي!
هي حال ڪيو تنهنجي تغافل جنهن جو
اُن دل جي طرف هيڪر پر ڏس تہ سهي!



هن دل جي وفائن کي وٺي ساڻ تون وڃ
اُلفت جي صدائن کي وٺي ساڻ تون وڃ
اي شيام چون ٿا تہ سفر تو اُسهين
منهنجي بہ دعائن کي وٺي ساڻ تون وڃ!



دنيا ۾ خدا ڪري، ڪو مفلس نہ ٻٽي
سيني جي ٽٽي اکين ۾، ڪنهنکي نہ وٺي!
دنيا جي نگاھہ ۾ جڏهن ڪوئي ڪريو
اُن ڏانهن تڏهن چو ڪوئي آڱر بہ کٽي؟



ياعمر غريبي ۾ نہ شل ڪوئي جئي
ايمان کي، ڪافر تي، طلاقون ٿي ڏئي
درويش چون سچ ٿا، ”غريبي گلزار“
لاڳيتي هلي شيام تہ پڙيانگ ٿئي!



نيڪي کي سڪي لوڪ گهڙي جا گهارين
شيطان تي آدم جي شرافت وارين!
لوئين سچا جيڪي ٿا ڏن وارن کي
ڏن کي ملي هوند سي پارڻ پارين!



سمجهايو هي ماڙين ۾ رهڻ وارن کي
هيسايو نہ مجبور ۽ ويچارن کي!
ان خاڪ نشين کان ڪريو خوف ذرا
پونڪمپ چڏي پوري ٿو ڪُهسارن کي!



اسباب جڏهن عيش خوشي جا نہ رهيا
دل پيٽ گذر لاءِ تڏهن پهہ تي پهيا!
گلشن مان ويو چيٽ، ڪتيءَ پير وڌو
قلواڙيون چُنيون، ڪٽڪ جا پارا تي نهيا!



چو روئي ڪرين پاڻ کي دنيا ۾ خراب
وٺ، ڪل تہ ڪلي توسان زمانو بہ شتاب!
اي دوست، پيالي کان ذرا پاسي تجانءِ
ڳوڙها ڳڙي ڪارو تہ نہ ڪن منهنجو شراب!



جيڪا بہ پڃيس هر ڪوئي ڪار ڪري
هيڏي جو نہ هيڏڙي جو ويچار ڪري
تارن نہ تہ ڪڙڪيتڻ جڳن چمڪين
وت سارو ڪري سگهين جو، ڏيکار ڪري!



عادت ۾ رک انقلاب، خصلت بہ ڦري
اي شيام هلت ڦري تہ فطرت بہ ڦري
اِنسان تہ رهنما ٿيو پنهنجو پاڻ
جي پاڻ ڦري تہ انجي قسمت بہ ڦري!



سِر ناهہ سو سِر، ناهہ ڪا غيرت جنهن ۾
دل ناهہ سا دل، ناهہ ڪا همت جنهن ۾!
بيڪار اُهو بحر بہ ڇا بحر ٿيو؟
طوفان اُٿارڻ جي نہ طاقت جنهن ۾!



جي دل ٿي نہ ٻڌبي تہ ڪَرڻ ڇا ايندو؟
دريا ۾ گهڙڻ ڏارا ترڻ ڇا ايندو؟
هو روئي رڳو موت گهرڻ وارا ڏس
آيو نہ جيڻ جن کي مرڻ ڇا ايندو؟



جيڪر نئين دنيا هجي، خورشيد نئين
هر روز نئون جلوه هجي، ديد نئين،
هستي ٿئي سچ پچ نئين هستي، جي شيام
هر روز نئين دل هجي، اُميد نئين!



جيسين نہ ٻِهي ڪوئي اِنهيءَ جي آڏو
آئيني ۾ عڪس، چئُ، ڏسي ڪٿَن سگهبو؟
اِن عڪس جي ڪجهہ نہ ڪجهہ حقيقت آهي
آئينہ خيال جي ۾ ڏسجي جيڪو.



هڪ ڪن ۾ ڪٿان ڪان تو ڪٿي پهچي خيال
ڌرتيءَ تان اُڏي، عرش پُڄي،ماڻي وصال!
چو ڪين ٿيس خيال، توڪان وچڙي
ناهيان جو خيال، آهيان اُنهي ڪان بي حال!



راحت ئي ٿيو اصل ۾ جنت جو خواب
خود آهه هي جنت بہ تہ راحت جو خواب!
رنگين ۽ شيرين حياتي ٿيندي
خواب آهه تہ ٿي شال محبت جو خواب!



ويران تہ توئي ڪيو راحت مونکي!
آباد ورائي ڪيو محنت، مونکي!
يلبي نہ ڪڏهن تنهنجي غلامي، او هوس!
آباد ورائي ڪيو الفت، مونکي!



تارن کي اِشارن سان ڪجائينِ اکيون
غنچن کي نگاهن سان کلائينِ اکيون!
راتين جي جواني ۽ گلستان جي سونهن
پلڪن سان ڏکي جڳ کي سڪائينِ اکيون!



بيتاب سين کي سا ٻٽائي ٿي چڙي
دردن جي دُهين دل ۾ دکائي ٿي چڙي،
ها، چنڊ جي ڪرٽي جان ٿڌي آهه، مگر
هي نرم نظر آگ لڳائي ٿي چڙي!



جيسين نہ هئي دل، هئو هي پيار ڪٿي؟
پر پيار بنان دل جو هو آڪار ڪٿي؟
سچ ڪين هئو جيسين، ڪٿي ڏينهن هئو؟
پر ڏينهن بنان سچ ٿيو نروار ڪٿي؟



آءِ شيام محبت ۾ جو دل ساهہ کڻي
اميد انهي ساهہ جو ويساهہ بڻي!
اُميد محبت جي رسائي تي اُتي
پهچڻ جو تصور بہ جتي دم نہ هڻي!



چپ تي نہ اچڻ ڏنو حيا حرف سوال
پر دل جو ٿيو راز لڪائڻ بہ محال
سائل جي مٿي تي هُو پگهر جي هر بوند
داتا جي اڳيان شيام تي آئيني مثال!



اي دل، ڪڏهن اظهار تمنا نہ ڪجي
اُلفت ڪي، چڱو آهہ تہ، رسوا نہ ڪجي!
اُلفت هجي جئن صبح جي سانتيڪي هوا
طوفان تي واويلا تہ بيجا نہ ڪجي!



اِئن سوز محبت ۾ جلائج جيءَ کي
باقي جي بچي ڪجھ تہ فقط خاڪ بچي
پاپي هُجِي، دوزخ جي نہ ڏج باھ ڪنان
چوَ، خاڪ کي ڪجھ ڇاتي ڪري باھ سگھي؟



جنت ئي ڏني، منھنجي محبت جي عيوض؟
گھوريان هي محبت انهيءَ راحت جي عيوض؟
سوداء جو ڪنيم بار ڇا ان لئي سر تي؟
جنت نہ ملي ها ڇا عبادت جي عيوض؟



آئينده جون اُميدون گھٽيون، خواب گھٽا
ناخرچ تيل عيش جا اسباب گھٽا
دردن سان ۽ لڙڪن سان هنئر دل ۾ نيڻ
غدار تيڻ لئيءِ تيندا بيتاب گھٽا!



ڏس راھ وٺي ڪنھنجي هلي آهي دل
ڪئن چئجي تہ ڇا دل ۾ سٺي آهي دل!
هڪ آس تي ٻي آس اُياري هردم
ڇا ڪار نہ ٻي ڪابہ ڪندي آهي دل؟



آهيس جي دل، غريب پڻ آه غني
دل ساڻ برابري نہ ڪن دُر عدني!
ڇا فائدو ڏينم تو گُهر لعل هزار
گوهر شڪني نہ پر ڪيءِ دل شڪني!



تيو ساهه سنئون جيءَ جو جيارو يارت!
ڇا ساهه سنئون؟ ان ڪان بہ پيارو يارت!
قسمت تي سندس ڇانيون گهٽائون ڪاريون
تڏهين بہ اکين جو آهہ تارو يارت!



اي هند، نصيباً ائين الله ڪري
جو تنهنجو وري ڀاڳ، ٽٽي رنج پري
شاعر جي تصور ۾ ٽڙن جي گل تا
تن ساڻ ڏٺي شال سندءِ جهول ڀري!



پوپٽ نہ رڱيا پاپ ۾ هٿ پنهنجا ڀئي؟
ڇا ڪارمنهائي نہ هئي ڀؤنر ڪئي؟
مڪڙين جي وئي باغ ۾ عصمت لٽجي!
پاڙوسي ها، پاڙيجي نہ لڄ جن ڪي پئي!



گهر منهنجو اُهو، هاءِ، اهو منهنجو آڱڻ
نئيو ڇا وڏو، خوش هو منجهس سيڻ سڄڻ
ساپيا کان، گڏين جي هو حياتي ۾ مزو
افسوس زمانو سو گهران موٽي ڏسڻ!



بي سمجهه مگر سُکِي وَهِي طِفلاني
جئن عمر وڏِي، وڏي هوُ سرگرداني،
پيريءَ جي ڪريان نثار دانائي، شيام
ٻاراڻي ملي سگهيم جي ناداني!



افسوس جواني ۾ زمانو اُهو، آهه!
پيري جي مصيبت کان نه هي دل آگاهه!
ماڻڻ جي ڪري عيش مسرت نه گهٽيا
اُميد نه ٿي عمر سبب ڪجهه ڪوتاهه!



آداب! شراب جي او خالي مينا
آداب! چنيسر جي وڇوڙيل ليلا!
سو رنگ ڪٽي، راڳ ڪٽي، ناچ ڪٽي
رونق نه رهي تنهنجي حياتي ۾ ڪا!



ڪنهن لاءِ هندورو تي لڏي لام پئي؟
چا ڪنهن جي منی نند ڦٽي شيام پئي؟
ها، سک تي سمهي لاڏلي گلشن جي نہ تي
هو نند ڦٽل ڏس تہ ڪلي ڪام پئي!



پاڻي ۾ رهي ڪين مٺي جن جي اُڃ
هرطرف اُنهن واسطي تي گويا سڃ
هڪ جلوي ڪي، ٻي بوند سوائي ڪي سڪي
اک لاءِ ۽ سپ لاءِ تيو آب بہ رڃ!



لولي تي ڏئي ماءُ، روئي پوءِ بہ ٻار
شرنايون وڄن ڇڄ جون ۽ روئي ڪنوار!
اي شيام، اهي لڙڪ سڪي ويندا سگهو
اکڙين جي اڳيان چاڻ ڪليو سُپن - دوار!



ڪجهہ چاهين ڏسڻ، ڏس وڃي اڄ شيام جو گهر
فردوس نشان، عيش ۽ آرام جو گهر!
پر نهر جي، مي، نغمہ، مغني، ساقي
گهر شيام جو هي آهہ ڪ خيام جو گهر! *



---

* خيام = عمر خيام ڏانهن اشارو. ايران جو هاڪارو شاعر.

ڪر تور پلي ماڪ ڦڙن جي اي شيام!
اٿئي جي تري گل جي پن جي اي شيام!
احساس پري دل جي ڪڏهن آهيئي
ڪر پرک پلي شعر سخن جي اي شيام!



اڌ رات جي چپ چاپ ۾ گهنشيام ڏسو
راڌا جي اڇي در جو ڪڙڪايو ڪڙو!
آواز جو ڏاڍيان ٿي ٻڌڻ ۾ آيو
ڌهڪو هئو دل جو يا ڪڙي جو ڪڙڪو؟



هڪ رات، ٻي برسات پريل، ڇا نہ وڃان؟
دم تي نہ ڪو ويساهہ، پو پيرو ڇو پڇان؟
اڪ ساڃي ڦري پيئي، ڇڪي دل پيئي
مان ڪنهن کي مڃان، هن کي مڃان هُن کي مڃان؟



اڄ گهاٽ تي حالت ڪا ٿيئہ، ساهيڙي!
گهاگهر تي ڪنيئہ، هوش ويئہ، ساهيڙي!
گوڏي تي رهي گهاگهر، بينيءَ بت تي
ڪا چانو پيئہ، ياد پيئہ ، ساهيڙي؟



ڪٿ وڃبو مرڻ بعد؟ ڇئي ڪئن سگهجي؟
گذباسين اُتي يا نہ ؟ ڏسي ڪير سگهي؟
اِنسان جو وجود آهہ مگر جيسين هتي
گَذباسين پيا نرم ڇپن تي اُن جي!



آلاپ، مذر تان ۾، اي روپوَتي!
تبديل ڪيم تنهنجي مٺي سونهن سچي
سنگيت ۾ جيوَ-ڪنٺ جيسين هوندا
گهٽبي نہ سندءِ سونهن رتي، چندرمکي!



ڪي گيت مون ايڪانت ۾ ڳايا آهن
ڪي گيت مون دنيا کي ٻڌايا آهن
ميناج حياتي جو مگر تن ۾ آهہ
جي گيت ڇپن تي ئي نہ آيا آهن!



چمڪي سج جي ڪري گگن منڊل تو
نرملتا کان ڪمل جي جرڪي جل تو *
ڪنهنجي موجودگيءَ جو هي آهہ اثر
چمڪي نت چهرو، رهي من نرمل تو!



---

* ڪمل: ڪنول

چانڊوڪيءَ جي شهر ۾ آيا آهيون
بيخود پوئين پهر ۾ آيا آهيون
گيتن جي دريا جو پڳو بند سُڪوت
لڙهندا ليءِ جي لهر ۾ آيا آهيون!



چانڊوڪيءَ جو صاف ۽ شفاف تلاءُ
چوطرف ڪمل، هير ۾ ڪملن جو هڳاءُ
لهرن تي لڏي هيج مان ڪن هنس ڪلول
اڄ روح هليو اوهري سنگيت جي ناءُ



هن چاهه پريل چيٽ جي شادابيءَ ۾
سرهاڻ پريءَ رات جي بيخوابيءَ ۾
اي شيام، نگاهن جي دوتاري مان متان
ڪا دانهن نه نڪري وڃي بيتابيءَ ۾!



ڇا چنڊ جي نوراني رسيلي چپ چاپ!
مخمور ستارن جي نشيلي چپ چاپ!
اي شيام، اگر تون به هجين ها پر ۾
چپ چاپ به ٿئي ها چمڪيلي چپ چاپ!



سڀ بند ٿيا دنيا جا ڪم ڪاريون
هيءَ رات سڄي ننڊ بنا ڪٿان گهاريون؟
اي دل، باقي پاڻڪي ڪرڻو ڇاهي؟
ويهي ڪنهن کي ساريون، هنجون هاريون!



بازاريون سڀ بند، گهٽيون سڀ سنسان
گهر جا ياتي ننڊ ۾ بلڪل غلطان
گونگي وانگر چنڊ ڪڙيو بيٺو آهه
واقع آهي شور ڪ دل جو ئي گمان؟



خوشبو جون پياليون پي ٿي مست هوا
چانڊاڻ ۾ گل گل تي بکيا ماڪ ڦڙا
اڄ رات جي خاموش ۽ پرڪيف فضا
اي ڪاش، اتي تون بہ اچي نڪري ها!



سُرهي سُرهي هير، گلن تي چانڊاڻ
شبنم پيي رنگين، سهائي سرهاڻ
پوتهن،پويون پهر، متان چورين چنگ
نيٽين هوندو نير، ڳلن تي آلاڻ!



هلڪي هلڪي هير ڏکڻ جي آئي
جنهن سؤ سنهڙا تير هٽي دل گهائي
پينيرڪي جي مهل، فضا پي ياري
ويئي دل جي ڏيرَ، الا، تنهائي!



نيٽن ۾ بهار چا نہ اُلهاس پريو!
هر سواس ۾ هير ڪيڏو احساس پريو!
احساس جو جادو ڪوئي ڪئن سمجهائي؟
انگ انگ ۾ رنگ رنگ جو واس پريو!



خاموش فضا ۽ شام ڏنڌلي ڏنڌلي
سڌ ناهہ تہ ڪنهن مهل ويم ننڊ ڪجي
آڏيءَ وگڙي اکيون ڪليون جئن منهنجون
چانيل اڌ هنڌ تي هئي چانڊوڪي!



سيتل سيتل ماڪ پنل هير سُڌير
چنچل تارن جا بہ مهاندا گنڀير
آمرت ويلي يانءِ تہ بجلي آئي
لنءَ لنءِ لرزي شيام، مگر شانت سرير!



جهرمر آڪاس ۾ ڪتنا تيا تارا
نوراني وڻج جا ونهيا وڻجارا
ڪوليائون ڪٽي هِتي هُتي بازاريون
ليڪن آيا بہ ڪي خريدڻ وارا!



سپرين جو نيٺ هو آچڻ جو اقرار
چا ماڪيءَ ميٺ هو آچڻ جو اقرار
آسروندڙيون آکيون تَڪن ساري رات
هُن تاري هيٺ هو آچڻ جو اقرار!



ساجن ڪي، سکي! ڪئن بہ منائي سُمهجانءِ
آج پنهنجو قنل ياڳ بٽائي سُمهجانءِ
سنسار سمهيل آهہ، ٻڌڻ وارو سجاڳ
جو دل تي تي گذريو سو ٻڌائي سُمهجانءِ!



تنهنجن وارن جو ئي مٿان سايو رهيو
هي ئي سايو رات سڄي ڇانيو رهيو
جئن جئن نيڻن روئي لُٽايا تارا
وڌندو تئن تئن رات جو سرمايو رهيو!



دل منهنجي ازل ڏينهن ڏنائين واندي
مان صدقي، اچي حُسن اُڪيلي پاندي
نظرن ۾ ڪنيائين الف ليلي قصو
زلفن جي هئي رات ڊگهي هيڪاندي!



هيءَ هوءَ هر دل عشق ڪرڻ لءِ ناهي
ان لءِ ڪا ڪا خاص ٻڻايل آهي
جنهن سنڌي ڪافي مستيءَ سان معمور
يڪتاري تي ڳائي، جو ڳائڻ چاهي!



اوني! اوني! هوريان هوريان اُٺ ڪاهه
هونگاريندي ڳالهه نه هيءَ دل تان لاهه
تنهنجي اُٺ تي ساهه سريڪو سپرين
منهنجي دل تي بار وڇوڙي جو آهه!



ٻڄي هرڪا نار نه مومل پوندي
هر موسم ۾ لات نه ڪوئل لوندي
راڻا، پنهنجي هوڏ نه ڇڏ پر دنيا
توکي ته صدين بعد به پاڳل چوندي!



جاڳڻ نہ ڏيو هاڻ سجايو ڪنهن رات،
ڪجهہ ننڊ بگاڙيو نہ ٻٽايو ڪنهن رات
جاڳڻ ڏيو جاڳڻ نہ هنئر ننڊ تي ننڊ
راڻو نہ ڪي موتيو نڪي آيو ڪنهن رات!



سهڻي، سهڻي هئي تہ بس ميهر لءِ
هن جو دريا ترڻ، ٻڏڻ هو ور لءِ
ڪنهنجو هو چنڊ؟ چاندني ڪنهنجي تي؟
ڪارو ڪارو ڪلنڪ سهڻي گهر لءِ!



ٻيڙيءَ کي ڏکي لهر ويئي ساحل ڏي
راهيءَ کي سڌي راهہ ڇڏيو منزل تي
اي شيام، ڏکن هيٺ دٻيل ڪين رهي
بس عرش متي آهہ پڇايو دل کي!



تن تنها هٿن ڪير پيو شيام، رئي
روئي دل مان داغ اميدن جا ڌئي!
پنبڻيون لڙڪن ساڻ پريائين رئندي
ڪنڊن ۾ چو ماڪ ڦڙا ڪوئي پئي؟



دنيا ۾ سنگيت جو چانيو جادوُ،
کهنبي جو چٽڪو بہ ڪري دل قابوُ،
چائو، پرٽو، مرٽو سڀ گيت ٿي گيت،
لوليون يا لاڏا يا دردي ماروُ!



سپن جي هيءَ ماڙي ڊهندي ٿهندي،
اڪ انکي، هيءَ اڪ کي ڳولي لهندي،
ڏسندي ڏسندي ويندس دنيا ڇڏي،
دنيا يي ڪنهن شيام کي پائي رهندي!



دريا جي لهرن تي تري پئي ٻيڙي،
ترندي ويئي دور نظر کان نڪري،
ڏسجي لهرن تي نہ هنئَر ڪوئي نشان،
ڪئَن ڇئجي تہ ٻيڙي هتي آئي هوندي!



سيني جي حياتي ٿي وچي تي گذري،
ڪنهن هڪ بہ گذاري نہ حياتي پنهنجي،
ڪنهن ننڊ نہ پوري ڪئي ان ڪارڻ، شيام،
ڪا رات زياده نہ گهڙي هڪ ترسي!



مونن ۾ وجهي منهن اِئين ڇا پيو سوچين؟
اُت ڳول تہ ڪي پائين، وهڻ مان نہ وٺين؛
ڇا ڪينڪي پائين  تا  ڳولڻ وارا؟
ڪو ڳولي تہ جيڪر لهي دنيا بہ نئين!



جئَن پوُنءِ بڻي، ڇا هو مٿس ڪو رستو؟
ڪوئي نہ هلي جيسين، بڻي ڪئَن گس ڪو؟
جي راهہ آڳي ناهہ تہ ڪڏ هاڻ تون ٿي،
وڪ آڳتي ڪٽڻ لاءِ بڻئَين  بيوس ڇو؟



ٿئي موت جو ڪارڻ بہ ٿي هيري جي ڪٽي
پر جوت  سبب  پوءِ بہ آنمول  بڻي،
ڏس سونهن، نہ ڳڻ ڳوت،اکين کي نہ سڪاءِ،
هر چيز جيئَن  آهہ  مٺي  آهہ گهٽي!



هر ڪنهنکي مري جڳ ڇڏڻو پيو آهي،
توکي پر جو موهہ ۽ پوُ ٿيو آهي!
جئَندي بہ مربن، مري مري ساهہ کڻين،
هي موت تہ خود توئي خلقيو  آهي!

موتي ايندا ڪين وري اهڙا ڏينهن
ڪلمڪ ٻٽجي جيءُ ۽ ڪر سقلا ڏينهن
جهوراٽو ۽ جهانءِ ڇڏن مت ماري
سرهائي جا ڏينهن ٿي ڏاهپ جا ڏينهن!



ڏس جوتشي هُشيار بہ تارا تو ڳڻي
۽ عاشق لاچار بہ تارا تو ڳڻي
ڪيڏو نہ مگر فرق ڳڻڻ ۾ تنجي!
ائن شيام، تہ هڪ ٻار بہ تارا تو ڳڻي



يا ساز ڪي پنهنجي سُر مطابق تون وڄاءِ
يا ساز جي ڌُن ساڻ تون سُر پنهنجو ملاءِ
درت ليءِ ۾ وڄي ساز، ولمبت ڳائين
اهڙو اٿئي خيال، بيشڪ ائين ڳاءِ!



ڪنڊن جي آزار کان بيزار ٿيس،
گلشن کي ڇڏڻ لاءِ بہ تيار ٿيس،
جئَن شوخ گلن شيام، نهاريو مشڪي،
ڪنڊن جي سهڻ واسطي لاچار ٿيس!



سرمست ٿيڻ جو به ته ڪو ڏانءُ نه آهه،
هڪ سُرڪ پيَڻ جو به ته ڪو ڏانءُ نه آهه،
ڪِن عيش جي ۽ خون خرابيءَ جي جمار،
ماڻهن ڪي جيَڻ جو به ته ڪو ڏانءُ نه آهه!



آ، رنگ لٽڻ واسطي ڏاڙيل ٻٽون،
سرهاڻ جي ديوار ۾ آڄ سرنگهه هٽون،
اُف، خون جي لالاڻ، مرض جي پيلاڻ،
ڇو دوست! هتان ڇا ڪٽون، ڇاڪاڻ ڪٽون؟



لِيڙن ۾ جوانيءَ جي اَچڻ تي ڦٽڪي،
پوتيءَ جو پلؤ سيني ڍڪڻ لاءِ ڇڪي،
جيَن آه پري، ڦاٽي تهائين چولي
ڍڪجي ٿي غريبي نه جواني ٿي لِڪي!



محنت ڪري جن شيام، ٻٽائي مالي
محتاج رهيا سي ۽ پيا ٿيا والي!
دنيا ڪوئي ميخانو ته ناهي، جنهن ۾
ساغر ٿيا سرشار ته شيشا ٿيا خالي!





ناٿي جي ڪري خوش نہ ٿي تون پاڻ وڪڻ،
ڪي سوچ، نہ ائين ماڻهپي جو ماڻ وڪڻ،
ڦاسائي خريدار کي چالاڪ بڻي
ايمان، او واڻيا، نہ وکر ساڻ وڪڻ!



حيوانن وانگر جي ڳهن دنيا ۾،
انسانن وانگر جي سهن دنيا ۾،
نرڳي بڻجي عمر گنوائن جيڪي
سي جنّت جا خواب لهن دنيا ۾.



ڇڪتاڻ ڪان دنيا جا الڳ ٿي نہ سگهي،
دل دام ۾ دنيا جي بہ ڦاسي نہ سگهي،
هي لوڪ ۽ پرلوڪ ڇڏيائين تو لاءِ،
پر پوءِ بہ افسوس، ٿي تنهنجي نہ سگهي!



سمجهاڻيون اُپديش آجايا ئي ٿيا،
ٻوڙي ڪنين ڊپ ڊاوَ جهنم جا پيا،
جنت جي سڄي عيش جي لالچ هوندي
ٽيٽا جي هٺا ڏوهہ اُهي ٿي ئي ويا!



طوفان لڳو پئَي ۽ هئي آندي پيي،
وسڪارُ بہ ٿي ۽ چمڪي بجلي پيي،
جھُڙ آيو ٿهي شيام، تڏهن سب ڪجھہ هو،
پئجي ٿيو پورو، ويو هُو پيي هي پيي!



ساوڻ ۾ من مور ٿي جھمريون پائي،
رنگين پرن ساڻ فضا چمڪائي،
نچندي بہ نمعلوم تہ چو ڪنهن ڪنهن مهل
گھنگھور گھٽائن ڏي پيو واجھائي!



رم جھم لاتي مينهن، پرين ياد پئَام،
ڪانئَن وڇڙئي ڏينهن بہ ڪيڏا نہ ٿئَام!
ٻوسائيو اڄ ساهہ وِڄُن ونگ وجھي،
دل ۾ چٽڪي نينهن گھٽا گھاوَ ڪِئَام!



مون پيي ٿي ڪڏهن درد پريا گيت ٻڌا،
ڇا آهہ مگر درد، هئم ٻوجھہ نہ سا،
اَڄ درد جڏهن گھرڪيو منهنجي دل ۾
بس، درد پريا گيت ٻڌا ڪين ويا!



مان ڪالھہ ويس پُور پچائيندو پئَي،
سامهون تو سڏيو اوچتو ئي رستي تي،
ڦيرائي ڇڏيءُ سلسلو ويچارن جو،
ڪو ڳائٽو جئَن ميندي ڏئي سر بدلي!



تو واسطي سپنن جو مڙهيل هار ڪٽي
مان آيس گيتن ۾ پري پيار ڪٽي،
وننڊي ئي اڪيون منهنجون ڇپن ساڻ ڍڪيءَ،
موٽيس تي جيوت جو سچو سار ڪٽي!



ڪيڏو نہ، جبل ۾ اڻ گهڙيل بُت هر هر
ڳولين پيا سنگتراشن جي نظر!
ائن تنهنجي نظر لاءِ سدا واجهائين
منهنجي دل ۾ شيامر، لڪل جي جوهر.



هُو پينگهہ لڏڻ ساڻ چڙيل وار لڏن،
ڪوئل جون ڪونجارون فضا ۾ گونجن،
جئَن پينگهہ وڌائيندي بدن لچڪائي
نيري اُپ ۾ پانءِ تہ بجليون ورڪن!



ان پِنيءَ پِرُن هيٺ مٺڙ شانت بڪي،
چانرم نگاهن ۾ تي شردا چمڪي!
تلسيءَ تي چڙهائي جل، گهر جي ديوي
سنسار لاءِ تازگيءَ جو وردان گهري!



سانجهن ويلي گانءِ ڏُڌي پئي راڌا،
روپا ڪرڻا تٽن منجهان پئي نڪتا،
چؤنري مان پيس هارجي سپ چاندوڪي
پڌندي ٿي آلاپ مٺا مرليءَ جا!



راڌا! پايل چوڙي چو اُڇلائين؟
مڌبن ڪان ڪو پنڌ نه مترا تائين!
”پايل ۽ بنسيءَ جو نازڪ ناتو
سمجهين تہ سکي! هوند نہ هٿن سمجهائين!“



راڌا راڌا هر هر راڌا راڌا،
راڌا بن بي وائي آئي وات نه ڪا؛
راڌا بہ آسان جهڙي گوالڻ آهي،
ماڌو! تو منجهس نيٺ ڏٺو آهي ڇا؟



هڪ پيرو اي شيام، مونکي مرلي ڏي،
ڪنهنکي سُر وستار تہ مون جهڙو اَچي!
تنهنجيءَ مرليءَ موهيو من سيني جو،
منهنجي مرلي موهي مَن ـ موهن کي!



ان سانوري صورت ڪري مون ماٺ ڪئي،
دل کي ئي نصيحت ڪري، مون ماٺ ڪئي؛
سچ پچ تہ هئَم شيام، شڪايت تنهنجي،
دنيا جي شڪايت ڪري مون ماٺ ڪئي!



جي منهنجن پنبڻين تي موتي چمڪيا،
هڪ پيري پيي نہ تو چپن سان چونڊيا،
ويجهو هوندي بہ تئين پَرينِ کان ئي پري
منهنجا سڏڪا ڪڏهن نہ تنهنجي ڪَنِ پيا!



اي دوست، هتان پيي تہ ڪڏهن ٽيندو وڃ،
هان، مرڪ جي موتين جي لڙهي نيندو وڃ؛
ڪا پيڙ، ڪوئي درد، بہ آنسون ئي سهي،
ڏيندو وڃ، ڏيندو وڃ، ڪِي ڏيندو وڃ!



# ڏسٽي (Index)

| | | | |
|---|---|---|---|
| راڻا!- | گيت | 151-152 | 69-ب/ |
| ليلاجي پشيماني | نظم | 153 | 116 |
| واٽ ويندي جا پور | گيت | 154-155 | 70-71 |
| محبت | نظم | 156 | 117 |
| مدن | نظم | 157-160 | 118-119 |
| سندري | سانيٽ | 161 | 164 |
| سپنن مندر | نظم | 162 | 120 |
| رنگ رتي لهر | نظم | 163 | 121 |
| بسنتي هير | سانيٽ | 164 | 165 |
| جمنا جل پرن | نظم | 165 | 122 |
| ڪير | سانيٽ | 166 | 166 |
| سپنن جي دنيا | گيت | 167 | 72 |
| پهرين ۽ پوءِ | آزاد نظم | 168 | 149 |
| پوپاڙي | نظم | 169 | 123 |

| عنوان / پهرين سٽ | صنف | پنکڙيون (1955ع) جو صفحو | نکريو آهي نينهن (1998ع) جو صفحو |
|---|---|---|---|
| رباعيون | رباعيون | 9 - 42 | 272-297 |
| روپ مايا | سانيٽ | 45 - 60 | 167-182 |

| عنوان / پهرين سٽ | صنف | روشن ڇانورو (1962ع) جو صفحو | نکريو آهي نينهن (1998ع) جو صفحو |
|---|---|---|---|
| ساجن! تون آڪاس | سورٺو | 5 | 56 |
| ايئن پسايئہ پاڻ | سورٺو | 5 | 56 |
| ماڪ مثل رئندو رهيس | دوهو | 5 | 34 |
| اڃا فضا ۾ پيو تري | دوهو | 5 | 34 |
| گيتن جي ماڙيءَ منجهان | دوهو | 5 | 34 |
| پربت تي ايڪانت | سورٺو | 6 | 56 |
| چاندوڪيءَ جي آرسي | دوهو | 6 | 34 |
| چانئيءِ چوڏس چاندني | دوهو | 6 | 35 |
| چنڊ لڳو تي ايئن | سورٺو | 6 | 56 |
| ڪرڻن ۾ قابو ڪري | دوهو | 6 | 35 |
| پُونهن جي هيءَ رات ۾ | دوهو | 6 | 35 |
| دلڪش لهر خيال جي | دوهو | 6 | 35 |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٿيو اُجالو پريم جو | دوهو | 6 | 35 |
| ڏسندي صورت سانوري | دوهو | 6 | 35 |
| وک وک کٿندي ناز مان | دوهو | 6 | 35 |
| ان پلڪن جي ڇانوَ ۾ | دوهو | 7 | 35 |
| مڌر روپ، مڌم مڌر | دوهو | 7 | 35 |
| لڏيس هلڻ سان پٽي ائين | دوهو | 7 | 36 |
| وک وک ڪٽي هلي وئي | دوهو | 7 | 36 |
| هر هر چو ڇڪجن اکيون | دوهو | 7 | 36 |
| روپ وتي! آئينءِ ائين | دوهو | 7 | 36 |
| روشن وارن ۾ سندءِ | دوهو | 7 | 36 |
| تنهنجي ڇهري تي نچن | دوهو | 7 | 36 |
| رات ائين ها سيج تي | دوهو | 7 | 36 |
| جڏهن جڏهن جڳ ۾ ڏٺم | دوهو | 7 | 36 |
| ڏسندو رهيس ڇمار | سورٺو | 8 | 56 |
| درپن جان منهنجون اکيون | دوهو | 8 | 36 |
| ڏسندي تارن ڏانهن تون | دوهو | 8 | 37 |
| راڄ اکين تي مڌ ڪري | دوهو | 8 | 37 |
| لڄ جي هيءَ لالي ڏسي | دوهو | 8 | 37 |
| نظر نظر ۾ پريت جا | دوهو | 8 | 37 |
| گهرين نہ ٻڌجي آرسي | دوهو | 8 | 37 |
| گلشن مان گل، سمنڊ مان | دوهو | 8 | 37 |
| بادل مان بجلي لڇي | دوهو | 8 | 37 |
| هن هُن پن سان پٽي لڳي | دوهو | 8 | 37 |
| لاتيون لنونديون ڪوئلون | دوهو | 9 | 37 |
| اُن جي ناز نهار جو | دوهو | 9 | 38 |
| گذريو سک جو ڏينهن، يا | دوهو | 9 | 38 |
| ڪا سهڻي صورت ڏسي | دوهو | 9 | 38 |
| سندر ڪونہ وڏيڪ | سورٺو | 9 | 56 |
| بادل ڏٺس نہ اک پٽي | دوهو | 9 | 38 |
| ٻارڄ لڙڪن جا ڏيا | دوهو | 9 | 38 |
| جاڳ جاڳ مومل مٺي | دوهو | 9 | 38 |
| جڳ تي ڇانئي چاندني | دوهو | 9 | 38 |
| ترسي رهندي ڪيترو | دوهو | 9 | 38 |
| رات، صبح ڪيئي ٿيا | دوهو | 10 | 38 |
| ..ري دي جڳ گذري ويا | دوهو | 10 | 39 |
| .. تي لڙڪن ساڻ | سورٺو | 10 | 57 |

## واقفيت

نالو: نارايڻ 'شيام' نارايڻ داس گوڪلداس ناگواڻي.

جمر: 22 - جولاءِ 1922ع.

ڄمر جو هنڌ: ساهتيءَ جو ڳوٺ، ڪاهي قاسم، ضلعو نوشهروفيروز، سنڌ.

تعليم: بي. اي 1942ع، ڊي. جي. سنڌ سائنس ڪاليج، ڪراچي.

ملازمت: 45 - 1946ع نوشهروفيروز ۾ پرشين ٽيچر ۽ ورهاڱي کان پوءِ دهليءَ ۾ پوسٽ ۽ ٽيليگراف کاتي جي آڊٽ آفيس ۾ ڪلارڪ.

رٽايرمنٽ: 1980ع ۾ هيڊ ڪلارڪ جي عهدي تان.



### شاعريءَ جا ڪتاب

- ماڪ ڦڙا 1953ع (هري دلگير سان گڏ)
- پنکڙيون 1955ع
- رنگ رتي لهر 1957ع
- روشن ڇانورو 1962ع
- ماڪ ڀنا رابيل 1964ع
- واريءَ ڀريو پلاند 1968ع
- آڇيندي لڄ مران 1972ع
- مهڪي ويل صبح جي 1983ع
- نه سو رنگ - نه سا سرهاڻ 1987ع
- بوند، لهرون ۽ سمنڊ 1987ع
- ذات ۽ حيات 1988ع
- راهون ڀنڊ ڀيون 1998ع

### ترجما

- ڪبير (پرڀاڪر ماچويءَ جي انگريزي مونوگراف جو ترجمو) 1980ع
- غالب (ايم. مجيب جي انگريزي مونوگراف جو ترجمو) 1986ع

مرتيو: 10 - جنوري 1989ع نئين دهلي، ڀارت.

A ROSHNI BOOK
Poetry
Pakistan Rs.180.00

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄڻ ڄڻ جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چِو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)